# چانڊوڪِيون ۽ چَيٽ

عبدالواحد آريسر

ڪمپوزنگ- شاهنواز سومرو

اي بڪ ڊولپمينٽ

راجا ساند

+923332755904

# انتساب!

سامراجي وحشيت جو شڪار ٿيندڙ ٽوڙيءَ جي شهيدن، شهيد ڪمال راهمون، شهيد رضا محمد بنگلاٽي، شهيد نور خاتون، شهيد حنا قذافي ۽ شهيد ثنا جي نانءُ.

” ڪڪر ڪوٺ برج پرين، جت سڄڻ سحرون ڪن،

آئون مٿان تن، شل انبلٿ ٿي اُپران. “

” لطيف “

* عبدالواحد آريسر

## ٻه ٻول-

هن کان اڳ ٽوڙي پبليڪيشن طرفان اسان ٽي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا آهن، ۽ هي چوٿون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. اسان ڪوشش ڪئي آهي ته اوهان تائين سنڌ جي محب وطن دانشورن ۽ اڳواڻن جا لکيل ڪتاب پهچائيندا رهون ته جيئن سنڌي قوم ۾ صحيح، سامراج دشمن ۽ ترقي پسند قومي سوچ پيدا ٿئي. انهيءَ سلسلي ۾ اسان هن پيري سنڌ جي عظيم دانشور، تاريخ دان، محب وطن اڳواڻ ۽ جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمين محترم عبدالواحد آريسر جو هي پيو ڪتاب هن ئي اداري پاران ڇپائي، پڌرو ڪري رهيا آهيون. جنهن مان آريسر صاحب جي ” مطالعي جي ميز تان تخيل جي اُڏام “ جي پرواز پئجي سگهي ٿي. اميد ته سنڌ جا سمورا حلقا هن ڪتاب کي پسند ڪندا.

* عبدالحڪيم ميمڻ

## ٻه ٻول – راجا ساند طرفان

سنڌي ادب کي دنيا جي هر دوائيس ۾ آڻڻ خاطر هي منهنجي طرفان پيش ٿيندڙ **ٻيو ڪتاب** آهي جيڪو اميد ڀرين ڪتاب ”ٿي نہ محبت مات“ جيان دوستن کي پسند ايندو.

اهو ساڳيو ڪتاب اينڊرائيڊ سسٽم جي الڳ اپليڪيشن ۾ بہ پلي اسٽور تان ڊائونلوڊ ڪري ٿو سگهجي.

انهن سڀني دوستن کي گذارش تہ هنن ڪتابن جي لنڪ کي وڌ کان وڌ شيئر ڪن ۽ وڌيڪ دوستن تائين هي معلومات پهچائين.

اوهان جي دعائن جو طلبگار

راجا ساند

# مهاڳ

هر هڪ سماج جي اوسر ۽ ارتقا (EVOLUTION) جي پنهنجي هڪ الڳ ٿلڳ فطرت (NATURE) ٿئي ٿي. ان سماج جي پيچيدگين (COMPLECATIONS) کي ايتائين سمجهي ئي نٿو سگهجي، جيستائين ان ” اوسر واري فطرت “ کي سمجهيو نه ويو آهي. **سنڌ مُلڪ** انسانذات جي قديم ترين ديسن مان آهي، ان ڪري ان جي فطرت ۾ اها قدامت واري گهرائي سمايل آهي- هينئر ” **سنڌ** “ ڪهڙي حالت ۾ آهي؟ ڇو آهي؟ ان جي حالت ۾ تبديلي آڻڻ جي ضرورت آهي يا نه؟ جيڪڏهن آهي ته پوءِ اها ڪهڙي نوعيت جي هئڻ گهرجي؟ انهن سڀني سوالن جا جواب اسان جا پنهنجا ”نادان دوست“ ۽ ”داناءِ دشمن“ مختلف ڏين ٿا. پر انهن سڀني جوابن ۾ هڪ خاص ڳالهه جيڪا پنهنجو پاڻ کي زورائتي نموني محسوس ڪرائيندي آهي، اها هيءَ هوندي آهي ته اهي سڀ جواب عام طور ” ڏيساور “ کان سمگل ڪيل هوندا آهن ۽ انهن کي لاڳو ڪرڻ کان اڳ شايد سنڌ جي ان مخصوص قديم ۽ تاريخي گهرائيءَ واري مزاج جو ڪڏهن تخليقي تجزيو ڪيو ئي نه ويو آهي. ان ڪري سماجي سائنس جي

ميدان ۾ سنڌي معاشري جي صورت ان ليبارٽريءَ واري وڃي بيٺي آهي، جيڪا ” اڻ گهڙيل “ سائنسدانن جي تجربن سبب ٿيل ڌماڪن ۾ پنهنجي سموري سائنسي ترتيب وڃائي ويٺي آهي، ۽ ان جي درو ديوار ۾ ڏار پئجي ويا آهن. ان جا سمورا شوڪيس چِچرجي ويا آهن — ان صورت ۾ سنڌ جو حقيقي باشندو رڙيون ۽ دانهون ڪري سماجي سائنس جي نام نهاد چاڙن کي وينتي ڪري رهيو آهي ته ”ٻيلي هاڻي رحم ڪيو، ڪٿي مورڳو ليبارٽري ئي تباهه نه ٿي وڃي.“ جيتوڻيڪ عمومي طور تي سنڌ جي اها صورتحال سرهائيءَ جوڳي ناهي، پوءِ به وقت جا سپئي سُقراط، اڃا زهر جا پِيالا پي مري نه ويا آهن. انهن لاءِ اڃا زهر هلاهل تيار ٿي رهيو آهي. اها ئي سنڌ لاءِ وڏي اخلاقي سهائتا آهي.

”جاڳ“ جي ” آ ڳ “ فرد جي جيون کي هر وقت ”متحرڪ“ رکي ٿي. جاڳ کيس ڪائنات جي گهڻ پاسائين سونهن کان آشنا ڪرائي ٿي، فرد اُن آشنائيءَ جي موٽ ۾ تخليق واري عمل ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ تخليق جو عمل ته ”انفراديت جي خول“ جا سمورا درد چڙ ته مُسرتن جي راهن جا ”مانجهادا“ ٿيندا آهن. فرد جو ڪردار انفراديت کي نِيچ سمجهي، اجتمائيت جي جي

چٽيءَ ۾ پناهه وٺندو آهي، اجتماعيت زندگي، سماج، قوم ۽ پوري جڳ جي سونهن کي سَرس ڪري ٿي. ان اجتماعيت جي حوالي سان ماڻهو مسئلن جا نوان رخ ڏسي ٿو، انهن جي وسعتن جا دائرا ڳولڻ بجاءِ محسوس ڪري ٿو ۽ پوءِ ان جهد ۾ لڳي وڃي ٿو ته هن ڪائنات جي گلشن کي " رنگن ۽ خوشبوئن " جي ڪائنات بڻائڻو آهي، جنهن ۾ ڪوبه " بي موت " نه ماريو وڃي، ڪابه ڪَلي ڪِڙڻ کان اڳ چيپاٽي نه وڃي، ڪوبه ڪبوتر اڏامندي گوليءَ جو بک نه ٿئي، ڪوبه " پوپٽ " مهڪار کان محروم نه رهي، ڪابه آس ڪاريءَ وانگر ماري نه وڃي ۽ ڪابه قوم پنهنجي فطري حق، پيدائشي حق، " آزادگي " کان وانجهي نه وڃي- ۽ آزادگي ته نالو ئي آهي هزارين آدرشن جو- ڌرتيءَ جي آزادگي- قوم جي آزادگي- انسانن جي آزادگي- معاشرتي حقن جي آزادگي- احساسن ۽ اظهار جي آزادگي- ۽ اسان محسوس ٿا ڪريون ته " **چانڊوڪيون ۽ چيٽ** " انهن مڙني آزادگين جي حاصلات جي چاهنا رکندڙ ۽ ان چاهت جي حصول لاءِ جدوجهد ڪندڙ هڪ سچي سپتي تخليق آهي، اهڙي تخليق جنهن ۾ هڪ طرف زهر جا ڪڙا ڏُک آهن ته ٻئي طرف آبشارن جي شفاف وهڪرن جهڙا خوبصورت ۽ ڪومل جذبا. سنڌ جي هزارين ورهين جي اتهاس جي

دز ۾ لٿجي ويل سچ جي سامين جا پيرا چڙ ته اُجرا اُجرا
ٿي ڏسجڻ لڳا آهن **”چانڊوڪيون ۽ چيٽ“** ۾.

هيءُ دور جتي پاڻ سان گڏ هزارين روشنايون، رعنايون
ڪٽي آيو آهي، هن جهان جا منڌل سُٺ سلجهائي اسان جي
آڏو ظاهر ٿيو آهي، اتي هن دور جي جرڪندڙ راتين ۽
روشن ڏينهن ۾ ابوجهه انسانن سان ۽ قومي جبر جي ٿياس
تي ٽنگيل ماڻهن سان پاڻ کي ” ڏاها ۽ مها ڏاها “ سڏائيندڙ
ڪيڏا نه ڪِيس ڪن ٿا جو هو علاءُ الدين خلجيءَ جي
ٽولي ۾ بيهي به پاڻ کي دودي جا وارث ٿا سڏائين. ان
صورتحال کي سنڌ جو هاجو چئجي يا انهن مها ڏاهن جي
غداري- سڄو سنڌي لوڪ پنهنجي حيثيت متعلق مڪمل
آگهي حاصل ڪري چڪو آهي، پر ان لوڪ جي هڪ
رواداري به آهي ته هو هر ڪنهن جي ڳالهه ڏاڍي سياءُ
پرئي سليقي سان ٻڌندو آهي ۽ اسان جا ” ڏاها “ ان سليقي
واري ورتاءَ کي هاءِ جيڪ (HIJACK) ڪري چون ٿا
ته سنڌ جو ماڻهو پنهنجو هزارين ورهين وارو مڪمل ۽
الڳ آزاد تشخص بحال ڪرائڻ نه ٿو چاهي پر هو ته
صرف بورزوا جمهوريت چاهي ٿو؟- ( جنهن ۾ ڪنهن به
باغيرت ۽ باضمير ماڻهو جي عزت، عظمت، عصمت
سلامت نه رهي آهي- تجربو ) ان ڪري ته پٺائيءَ چيو

هو ته:

## وڏيس ويڇن ...........!

ڀين انيڪ سارن مسئلن سان گڏ اسان جي هن ديس جو هڪ وڏو مسئلو اهو به رهيو آهي ته هتان جي مسئلن کي گهٽو ڪري يا ته حقيقتن کان ڪٽي جدا ڪري، ڪن مخصوص زاوين کان ڏٺو ويو آهي يا وري رومانوي ۽ تصوراتي انداز ۾- ” چانڊوڪيون ۽ ڇيڻ “ ۾سنڌ، تاريخ ۽ پوري جڳ جي حوالي سان ڪجه واقعن ۽ مسئلن کي تخليقي ۽ ” حقيقت پسند “ انداز ۾ ڪنيو ويو آهي- انهن مسئلن کي ضروري ناهي ته سپيئي ماڻهو ايئن ڏسن، جيئن ”چانڊوڪيون ۽ ڇيڻ“ جو ليڪ ڏسي ٿو. پوءِ به هي ڪتاب سنڌ جي مسئلن تي سوچڻ لاءِ نيون راهون ضرور کوليندو. ( چاڪاڻ ته تخليقي عمل لاءِ اهو ضروري ناهي ته هر ننڍي وڏي ڳالهه تي ڪو وڏو ليڪچر يا ٿيسز لکي وڃي ). ”چانڊوڪيون ۽ ڇيڻ“ ۾ ڪافي اهڙيون شيون به آهن جيڪي سنڌي ماڻهن کي سياسي دانشور سڏائيندڙن سان سندن رشتن ۽ لاڳاپن جو نئين سر جائزو وٺڻ لاءِ مجبور ڪنديون- هن ڪتاب جو ليڪ شروع کان عدم تشدد جو حامي رهندو اچي پر هن ميڙاڪي ۾ آيل سندس

ڪوڙ تخليقون پڙهندڙن کي گهٽ ۾ گهٽ ” جوابي تشدد “ جو مظهر محسوس ٿينديون. اها صورتحال سنڌ جي سموري تاريخي مزاج جي محاصل آهي. هن ليکڪ جي لکڻين ۾، ٿر جي ويراني آهي، سنڌ جا ڏک آهن، سندس لکڻين ۾ سنڌ جي تاريخ جي ڏگهي سفر ۾ شهيد ٿي ويل سورمن جي محبوبائن جون ڀڳل وچوڙيون جون وايون آهن. ” چانڊوڪيون ۽ ڇيٽ “ جي لکڻين ۾ سنڌ واسين جون اکيون ڪرڙيءَ جي شهيدن جو ڪيڏارو ڳائيندي محسوس ٿين ٿيون. انهن اکين ۾ آزاديءَ جون مسرتون ۽ امنگون رقص ڪندي محسوس ٿين ٿيون. لفظن جي تاثر مان جيڪي رنگ ٺهن ٿا، انهن رنگن پٺيان بي رنگ زندگيءَ جا عڪس به آهن ته ڪارونجهر جي ڪور تي ٺهوڪا ڪندڙ مور جا سنهري پر به آهن. ظاهر ظهور ته شايد ائين ٿئي جو لفظن جي خوبصورت جڙاءُ ۾ اسان جون نظرون، رڳو تصور جي سونهن ۾ اٽڪي پون پر- ڏِسڻو اسان کي ڪاڇي ۽ ڪارونجهر جي گود ۾، پالوا جي پِٽ تي، ڪاروڇاڻ جي پٽ تي بي رنگ زندگي گذاريندڙ مارو ماڻهن جي جهوپڙن ۽ چؤنرن ۾ آهي. هي لفظ، هي چانڊوڪيون ۽ هي ڇيٽ سموري سنڌ جون، سموري غلام دنيا جون، ۽ سموري چوٿين دنيا جون، ڪيهون/ رڙيون آهن. بيمار ماڻهو آهن، تعليم کان محروم

ٻار، روزگار کان وانجهيل نوجوان، ۽ بُک جهولين ۾ ڪٽي هلندڙ عورتون آهن- چانڊوڪيون ۽ چيٺ " ۾ درد سمايل آهي راهه جي رهزنن هٿان مارجي ويل مالڪ شهيد، ذڪريا ميمڻ، مٺو بليدي، امان الله وسطڙي، رضا بنگلاڻي، ڪمال راهمون، هيمون ڪالاڻي ۽ ------------- مڙني سنڌ جي شهيدن جو.

" چانڊوڪيون ۽ چيٺ " ڪهاڻي آهي، پياسي ٿَر ۾ پيل خالي گهڙن ۽ ويران کوهن جي ۽ انهن ماڻهن جي به، جيڪي بُک وگهي، پنهنجا گهر ڇڏي، اُجيا بُکيا ٿر مان وقتاً فوقتاً نامعلوم منزلن ڏانهن روانا ٿيندا آهن.

" چانڊوڪيون ۽ چيٺ " پوري انسانذات جي تاريخ جي اُرهه مان گوها ڪري وهي نڪتل تخليق جو وهڪرو آهي ۽ هر تخليق تي تنقيد ضرور ٿيندي آهي ۽ تنقيد عام طور تي ان تخليق جي مجتا برابر هوندي آهي. اسان سنڌ جي ڏاهن مان پُراميد آهيون ته اهي سنڌ جي مسئلن ڏانهن تخليقي رويو اختيار ڪندا، ڇاڪاڻ ته هن ڪتاب جو ليکڪ چوي ٿو ته " سنڌ جي صورتحال ٿائيم بم تي ويٺل اُن معصوم ٻار وانگر آهي، جيڪو

چاڪليٽ چوسڻ ۾ مگن آهي ۽ ڪيس اها خبر ئي ناهي ته اوچتو بم ڦاٽندو ۽ هو چيهون چيهون ٿي ويندو.“

27 اپريل 1987ع ناز سهتو

حيدرآباد سنڌ

# 01

دودو مهيريءَ جو پيءُ فوجي ميجر جي سامهون.

ميجر:- پوڙها چالاءِ آيو آهين؟

دودي جو پيءُ :- منهنجو پُٽ گرفتار آهي. هو ڊاڪٽري ان لاءِ پڙهي ٿو ته جيئن ڏکويل انسانذات جي خدمت ڪري سگهي. پر هن کي گرفتار ڪري ڦٽڪا هنيا پيا وڃن. آئون اهو چوڻ آيو آهيان ته منهنجي پُٽ کي آزاد ڪريو ته جيئن هو وڏيڪ ڊاڪٽري پڙهي سگهي.

ميجر:- تون پنهنجي پُٽ کي سمجهاءِ ۽ ان جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي طرفان معافي نامو لکي ڏئي ته هو اڳتي لاءِ سنڌ جي سياست نه ڪندو ته پوءِ اسان ڪيس آزاد ڪري ڇڏيون.

صالح مهيري (دودي جو پيءُ) :- ميجر صاحب! جيڪي معافيون لکندا آهن، اهي دودن جا پيءُ نه هوندا آهن ۽ نه ئي معافي ناما لکندڙن کي دودا پُٽ ڄمندا آهن. پنجابي ميجر اُنيون چاريندڙ جت صالح مهيريءَ جي ڳالهه جي

گهرائيءَ تائين پهچي نه سگهيو ۽ دودي جو پيءُ عدالت جي ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو.

جِسم سمورو رت هاڻو هو. ڪليشن جي گولين چنگھ جو گوشت نبضن سميت اڏائي ڇڏيو هو. سندس جانباز ساٿي ۽ ڪائڙ جي ڪاهوڙي ڪمال راهمونءَ جو لاش سندس اڳيان رکيو هو ۽ چڻ چئي رهيو هجي ته ٿري ساٿ ائين نڀائيندا آهن. ساهه ته ڏيندا آهن پر ساٿين جو ويساهه ٽُٽڻ نه ڏيندا آهن. بزدل، ڀاڙي جي قاتل ڪي هن جا ساٿي ٻَڌي، سندس سامهون وٺي آيا. قاتل ڊپ ڪان ايئين ڏڪي رهيو هو، جيئن طوفان ۾ ڪانهن جا ڪانا ڏڪندا آهن. قاتل کي ٻَڌي ايندڙ ساٿين جو خيال آهي ته هن کي ماريو وڃي، جنهن سينڊوز ڪمپنيءَ جي پنجابي انتظاميه کان ڀاڙو وٺي، اوهان کي قتل ڪرڻ ٿي چاهيو. زخمي نوجوان جي چهري تي سخت پيڙا هوندي به باک جي ڪِرڻن جهڙي مُرڪ ڦهلجي ويئي ۽ پنهنجي ساٿين کي چوڻ لڳو، " ڇڏي ڏيوس! قادر مگسيءَ جي گولي ايڏي ذليل ۽ بي مانائتي نه آهي جيڪا هڪ سنڌي ماءُ جي هنج خالي ڪري ۽ ڪنهن سنڌي انسان جي چپن تان مُرڪ هميشہ لاءِ

ختم ڪري ڇڏي، اها ئي ته رني ڪوٺ جي رڪوال ڪان مونکي تعليم ملي آهي. ‘‘

هي فتوى فروش، هي ڏاڙهي پوش غنڊا ۽ هي حبِ وطن جا ٺيڪيدار: انهن کي صرف ڪارن، ڪوٺين، درآمدي، برآمدي، ليسنن، اٿي ۽ ڪنڊ جي ڊيپن سان محبت آهي. انهن کي وطن ۽ ڌرتيءَ جي مِٽيءَ سان محبت ناهي. انهن کي اُن محبت جي خبر ناهي جيڪا ڌُڪارن ۽ توپن جي ٺڪائن ۾ ٿَري انسانن کي ٿر جون تليون پاڻ سان ايئين چنبڙايو ويٺيون آهن، جيئن ٻه محبت پريون دليون پهريون پيرو ملنديون آهن. اها محبت جا امرتسر جي هاريءَ کي گولين ۽ بمن جي وسڪارن ۾ راويءَ جي ڪناري تي ماهيا ڳارائيندي آهي. اها محبت جيڪا خوشحال خان خٽڪ جي سنگلاخ سرزمين ۾ انگريز سامراجيت جي گهوڙن جون لتون ۽ مغل شاهيت جي تلوارن جا گهاءَ کائڻ جي باوجود به اُتي جي ڪنواريءَ کان اهو چورائي ته، آئون ان جوان سان شادي ڪندس، جنهن غلاميءَ کي هميشه لاءِ طلاق ڏني هجي ۽ اها محبت جيڪا مست توڪليءَ جي ڪاريزن واري ڌرتيءَ ۾ ٻڪريون چاريندڙ کي فوجين جا لڳ ڪانداريندڙ ظلم به پنهنجي ماتر پوميءَ کان جدا نه ٿا ڪري سگهن. پر هي وطن جا هٽرادو ٺيڪيدار جڏهن مذهب جو روپ ٿا ڌارين، ان

وقت مونکي انهن جي چپن تي عورتن جي عصمتن جي رت جا ڦڙا نظر ٿا اچن، انهن جي واڇن مان معصوم ٻارن جو رت ڳڙندو پاسندو اٿم. انهن جي لباس تي ڳڀرو جوانن جو گرم رت ظاهر ظهور ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اهي اڄ جا غدار ۽ مفاد پرست حب الوطني ۽ پاڪستان جي جوڙجڪ جا سرٽيفڪيٽ ورهائيندڙ چوندا وتن ته جي- ايم- سيد ۽ سندس ساٿي غدار آهن. جن کي نه غداريءَ جي معنى جي خبر آهي ۽ نه حب الوطنيءَ جي لذت جي چاڻ. تن کي آئون چوڻ ٿو چاهيان ته، ” اچو! ڏکڻ ايشيا جي هن علائقي ۾، ۽ ماتر ڀوميءَ جي هن سرزمين تي هڏيون ڳٽيون ته ڪنهنجي ابن ڏاڏن جون گهٽيون هڏيون پوريون ويون آهن. اچو ته اهي ڳوڙها ڳٽيون جيڪي هن ڌرتيءَ جي وينگسن جي نيٽن مان پنهنجن پيارن جي شهادت ۽ جدائيءَ ۾ وهيا آهن. اچو ته انهن معصوم آهُن ۽ دانهن جو شمار ڪريون، جيڪي هتي جي ڪنوارين جي ڪومل دلين ۾ سدائينءَ لاءِ گهُٽبيون رهيون آهن. ته اهو سڀ ڪجهه پنهنجن جو گهٽو آهي. آءٌ هن سرزمين جي نمڪ حلال فرزند جي حيثيت ۾ انهن سڀني هڏين، سڀني قربانين، انهن سڀني ڳوڙهن، انهن مڙني آهُن ۽ دانهن جو وارث آهيان. آءٌ ڪنهن به صورت ۾ اهي ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان ۽ نه ئي دستبردار ٿيڻ لاءِ

تيار آهيان. غدار اهي آهن، ملڪ ۽ قوم جا ويري پڻ، جن جي هن سرزمين سان ڪابه جذباتي وابستگي نه آهي. جن ڪي هن ڌرتيءَ جا لهلائيندڙ ڪيت ڏسي، نادر شاهه ۽ شاهه بيگ ارغون ياد ايندا آهن، پر مونکي اهي ساوا ڇهڇ ڪيت ڏسي، پٺائي ياد ايندو آهي؛ دريا خان جا رت ڦڙا ياد ايندا آهن، موٽڻ ۽ محمود جون فوجون ۽ انهن جون لٽل سِسيون اکين اڳيان ڦرنديون آهن. بلاول جي هڏين جا ڪڙڪاٽ ۽ ٽڙڪاٽ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. ۽ پوءِ آءٌ هن ڌرتيءَ تي پنهنجي رهنما، پيارن ۽ پيارين سان گڏ گِيت ۽ ڪيڏارا لڪڻ سان گڏ جيئڻ مرڻ جو سوچيندو آهيان.

# 04

چيو ويندو آهي ته راڱ ڏياچ جي سؤ سِسين جو مُله به ٻيجل جي تند کان سهانگو هو. پر ڇا رٺمل سوڍي جي انهيءَ رت ڦڙي جي قيمت ٻيجل جي سُرندي جو سمورو سوز ادا ڪري سگهندو، جيڪو رتُ ڦڙو ٿلتيءَ جي ميدان ۾ مخدوم بلاول جي چوڻ تي وهيو هو ۽ انهيءَ سِسيءَ جي قيمت ڪير ڪٿيندو، جيڪا ٿلتيءَ جي ميدان ۾ سارنگ سهتي جي ڪنڌ تان ڪري.

هڪ ترقي پسند دانشور مون کان پڇيو ته، ” هڪ پٽو اُهو هو، جنهن اوهان جي راءِ مطابق سنڌ کي سمورن وسيلن سميت پنجابين وٽ گروي رکيو ۽ غلام بڻايو، ۽ ٻيو پٽو اهو، جيڪو قاسيءَ جي تختي تي چڙهي ويو. سندس پوئين ڪردار ۽ پهرئين ڪردار جي باري ۾ تنهنجي راءِ ڇا آهي؟ “

مون الٽو هن کان پڇيو ته پهرين مون کي هڪ سوال جو جواب ڏي. روايت آهي ته، ” چنيسر نالي هڪ سومرو دهليءَ جو ڪو لشڪر وٺي سنڌ ۾ آيو، دهليءَ جي لشڪر هٿان سنڌ تباهه ٿي ويئي، دودن جو خاندان مارجي ويو ۽ پساهه ڏيندڙ دودي جي شهپر کي جڏهن دهلوي سپاهه جي ڪماندر لت هڻئي ته چنيسر ڪاوڙجي پيو ۽ تلوار ڪڍي هندي فوج سان وڙهندي مارجي ويو. تون مهرباني ڪري چنيسر جي انهن ٻنهي لاڙن جي وضاحت ڪر. “

هن حيران ٿي مون ڏانهن ڏٺو ۽ چوڻ لڳو ته مون کي جواب ملي ويو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جڏهن پاڪستان سرڪار گڏيل قومن ۾ پنهنجي ميمبريءَ لاءِ درخواست ڏني ته ان وقت صرف ٻن ملڪن پاڪستان جي ميمبر ٿيڻ تي اعتراض ڪيو هو. هڪ افغانستان ۽ ٻيو چيڪوسلواڪيا. افغانستان جي مخالفت ته سمجھ ۾ اچڻ واري ڳالھ آهي، پر چيڪوسلواڪيا جي مخالفت جو سبب هي آهي جو جڏهن هٽلر چيو هو ته چيڪوسلواڪيا اسان جو آهي، چوته ان ۾ جيڪي سوئيڊ جرمن ويٺا آهن سي فاتح ٿي چيڪوسلواڪيا ۾ آيا هئا، ان ڪري انهيءَ ملڪ تي اسان جو حق آهي. هٽلر جي انهيءَ دعوى تي سموري دنيا ٺٺوليون ڪيون، پر رڳو جناح صاحب هو جنهن چيو ته هٽلر صحيح آهي چوته جيئن اسان مسلمان فاتح ٿي هندوستان ۾ آيا آهيون ۽ اڄ هندوستان تي پنهنجي دعوى ۾ صحيح آهيون، تيئن هٽلر به صحيح آهي ته چيڪوسلواڪيا سندن ملڪ آهي. جناح صاحب جي اها ڳالھ هٽلري قبضي خلاف وڙهندڙ قومپرستن ۽ ڪميونسٽن کي ياد هئي. ان ڪري هٽلر جي زوال کان پوءِ جڏهن اهي اقتدار ۾ آيا ته پوءِ اقوامِ متحده ۾ انهن پاڪستان جي شموليت جي مخالفت ڪئي هئي ته جناح ۽

اڄ جي **سنڌ** غلامن جو پيڙو آهي ۽ پيڙي جي هر پهريدار جي هٿ ۾ هنٽر آهي، جيڪو پوري قوت سان ان پيڙي ۾ سوار هر سرڪش غلام جي جسم تي ڦهڪا ڪندو ٿو رهي، پوءِ به ان پيڙي جا پهريدار ڪن مردن ۽ عورتن کي چوندا ٿا وتن ته اسان توهان نه رڳو پائر آهيون پر اوهان کي حاڪم مڃڻ لاءِ به تيار آهيون ۽ اهي نادان هنٽر جي ڦهڪاءَ کي پٽائيءَ جي تنبوري جو آواز سمجهيو ويٺا آهن.

رامائڻ جو هيرو رام چندر ۽ مهاڀارت جو هيرو ڪرشن مهراج ٻئي دراوڙ هئا، ۽ ڪاري رنگ جا هئا، جن کي اڇي چمڙيءَ وارن پنهنجا پيغمبر ڪري مڃيو. انهن ٻنهي جو تعلق ڏکڻ هندوستان سان هو، جتي اڄ به دراوڙ گهڻائيءَ ۾ ٻُڌجن ٿا. اها حقيقت منهنجي لاءِ نئين آهي ۽ ڇا اها دراوڙن جي آرين تي فتح نه آهي!

چيو پيو وڃي ته سنڌ ۾ ٻاهران داخل ٿيندڙ بيروزگار آهن، روزگار جي ڳولا ۾ هتي اچن ٿا، ان ڪري اهي ڦورو ناهن- ڇا سچ پچ ائين آهي ته هر ٻاهران داخل ٿيندڙ ماڻهو بيروزگاري ۽ بُک سبب ٻئي مُلڪ ۾ اچي ٿو. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ ڏکڻ آفريڪا ۽ نميبيا ۾ گورا به ڦورو ناهن. سنڌ ۾ سڪندر يوناني، ابن قاسم ۽ شاهه بيگ ارغون به ويچارا بيروزگاريءَ کان تنگ ٿي تغاريون کڻڻ لاءِ آيا هئا.

هر مرڪندڙ عورت جي دل ۾ محبت جو ڪنول ٽڙيل نه هوندو آهي، پر ڪنهن جي مُرڪ جي پٺيان دل ۾ ڪيني ۽ نفرت جو ٿوهر به قُتل هوندو آهي، بلڪل ان ريت هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ۾ ويندڙ هر ڌاريون ماڻهو ابن بطوطه يا بيروزگار نه هوندو آهي پر گهڻي ڀاڱي اهو شاهه فقيرالله، ابن قاسم، هلاڪو ۽ خان خانان به هوندو آهي.پر جيڪڏهن واقعي سڀ بيروزگار آهن ته انهن جو ٺيڪو انسانيت جي نالي روس ۽ چين کي، مذهب جي نالي سعودي عربيه کي ڏيو ته خبر پوي. سادي نموني هيئن سمجهو ته سويت يونين ۾ روزگار جي ڪا هڪ

آسامي ٿي نڪري ۽ ان لاءِ هڪ اميدوار چيني آهي ۽ هڪ روسي ته پوءِ روسي اها نوڪري روسيءَ کي ڏيندا نه چينيءَ کي، اهو آهي سوشلزم ۾ نيشنلزم- ساڳي طرح هڪ نوڪريءَ جو اميدوار عرب آهي ۽ ان ئي ساڳيءَ جو پاڪستاني عالم سگهورو، ته اها نوڪري انهيءَ سعودي عربيه واري کي ملندي. اهو آهي اسلام ۾ نيشنلزم. البت پاڪستاني کي جاسوسي يا سپلاءِ لاءِ اها نوڪري ڏين ته ٻي ڳالھ آهي.

خان ڳڙهه ڪان ننگر تائين سنڌ ڇڻ گدڙ ڪائي ويا- حيدرآباد جي قلعي تان آزاد سنڌ جو جهنڊو لهي ويو. اپر سنڌ جا چانديا ۽ بليدي به آڻ مڃي ويهي رهيا، پر پوءِ به ننگر پريو پئي. ڪولهين، سوڍن جي صاحبي ۽ ٿر جي سئيزرليند ننگر کي فرنگين جي ناپاڪ قدمن ڪان بچائڻ لاءِ هر ممڪن طريقو اختيار ڪيو. پورا پنج مهينا ٿر جا هٿيار ۽ ٿري روايتي جنگ جوٽي انگريزن جي مقابلي ۾ بيٺا رهيا. ٿرين سِر جو سانگو لاهي مڙسائٽيون چوٽون ڪاڍيون. اهي جنگيون روپلي جي اڳواڻيءَ ۽ تدبير سان وڙهيون پئي ويون. نيٺ روپلو جهلجي پيو- سوڍا جاگيرن جي لالچ ۾ پيش پيا، روپلي آڻ مڃڻ ڪان انڪار ڪيو. ان ڪري انگريزن روپلي جي مٿي تي اٽي جا پِنوڙا ٺاهي، انهن ۾ گاسليٽ وِجهي باهه ڏني- هٿن جي ترين ۽ آڱرين تي تيل ۾ ٻڏل ڪپهه ويڙهي، انهن کي باهه ڏني ويئي. مڙس جو ڪارو جسم واسينگ وانگر ور ڪائڻ لڳو، اکيون ٽانڊن وانگر ٻرڻ لڳيون، ڏونرا سِيٽجي ويا، شهپر خنجر وانگر اپا ٿي ويا. نَس نَس ۾ وسڪاري جي سڪنڌڙ گاهه جي سرهاڻ اچي ويئي. لهنڌڙ سج جي ڳاڙهاڻ ۾ ڪارونجهر ايئين ڳاڙهو ٿي ويئي، ڇڻ ڪنهن

ٿري چوڪريءَ تلڪ لڳايو هجي يا ڪنهن سائو رتو مولهيو ٻڌو هجي آرڻ ۾ اڇڻ لاءِ.

روپلي سج جي لهندڙ ڪرڻن ڏانهن ڏٺو. ڪارونجهر مان اٿندڙ زندگيءَ ڪي مست ٻڌائيندڙ خوشبوءَ ڪيس اهي راتيون ياد ڏياريون جيڪي ڪنهن جي گرم ارهن ۽ ڪوسي جسم سان واسيل هيون. هن ڪي نوجوان ڪولهڻين جا راسوڙا ۽ منڪو راند ڪرڻ وقت گهاگهرن جا گهيرا ۽ پيٽن جا پيچرا ياد آيا. هن ٿڌو شوڪارو ڀريو ۽ اتر طرف ڪنهن آواز ڏانهن ڏٺو. سندس زال اچي رهي هئي، سندس پٺيو ڦاڙي تتر جا ٻه ٻچا اڏرڻ لاءِ آتا هئا ۽ ڦٿڪي رهيا هئا. هن ماني هيٺ رکي روپلي جي اکين ۾ ڏٺو. خبر ناهي عورت جي اکين ۾ ڪهڙو ڪامڻ هوندو آهي جو انهن ۾ ڏسڻ سان هلاڪو ۽ اورنگزيب جهڙا پٿر دل به پگهرجي ويندا آهن. سو جوان ڪولهڻ جي اکين ۾ ڏسڻ سان روپلي جي سرير جي پيڙا ڪنهن ازلي سور ۾ بدلجي ويئي. اکين ۾ اٿاهه پاٻوهه پلٽجي آيس. پينهنجي استريءَ ڪي ويجهو سڏيائين ايترو ويجهو جو ٻه جسم هڪ ٿيڻ لاءِ تڙپندا آهن- ساهه ٻن ماڻهن جا، هڪ ٻئي ۾ وچڙڻ ۽ اٽڪڻ لڳندا آهن. پٺيءَ جي ڪنڍي ۾ چيلاٺا چرندا آهن. هو ٻئي ايترو ويجها ٿي ويا جو عورت

جي مٿ پريل اکين مان رت هاڻا ڳوڙها روپلي جي ڏنپيل جسم تي ڪريا ۽ روپلي سڙڪاٽ ڪيو، ”پرين! هيءَ حياتي، هي هيج، هي ڪارونجهر، هي وسڪارا ۽ هي چاندوڪين ۾ جوانن جون ڏاندين جون رانديون ڪيڏا نه سندر آهن، هي ڳاهن جي سرهاڻ جيڪا ڪارونجهر جي ڪُک مان جنم وٺي ٿي، سا ڪنهن گوري جي هَٽ تي ملي سگهندي؟ هي سج لهڻ جي ويلي جو رنگ رتول، هن حياتيءَ کان سواءِ ڪٿي ملندو. هي ماڪيءَ ۾ ٻڏل چميون ۽ مينديءَ رتا هٿ هن جيون کان سواءِ ڪٿي هوندا؟ ڪٿي به نه، نرڳ ۾ نه سرڳ ۾. اهو سڀ ڪجھ هن حياتيءَ ۾ ئي آهي، پر انهيءَ حياتيءَ جي سندرتا ۽ سرهاڻ به هن ڪارونجهر جي ڪور ۽ هن ڌرتيءَ سان ٻڌل آهي. ڪوهه ۾ پيل ماڻهوءَ کي ڪابه شئي سندر نه لڳندي آهي. ان ڪري حياتيءَ جي انهيءَ هيج ۽ شرهاڻ سندرتا ملوڪ ٻائيءَ کان به وڌيڪ ڪا شئي قيمتي سندر آهي، مهانگي ۽ ابدي آهي. اها ڌرتي ۽ ان جي آزادي؛ جنهن ۾ انسان جو نسل سدائين سندرتا ماڻي؛ هميشہ مورن جي پرن جي ڦهلاءَ جو جلوو هوندو آهي. هاءِ- آءٌ مري رهيو آهيان، منهنجو جسم سڙي پيو. ساهه جون رڳون تنهنجي وارن جي سرهاڻ ڪٽي وڃڻ لاءِ انهن ۾ اٽڪي پيون آهن. ننگر ناس ٿي ويندو- ڪارونجهر ۾ مور ڏانهن

ماريءَ جو ڪانُ ڪشجي ويو آهي، شايد وري مور جي رڦ ٻڌڻ ۾ نه اچي، جو فاتح نه رڳو پنهنجا هٿيار ۽ ساز آڻيندا آهن، پر پڪي به پنهنجا وٺي ايندا آهن ۽ پوءِ ڪجھ به نه رهندو- حياتيءَ جي هيج سان گڏ آزاديءَ جي اُڏام به ڪاتر سان گهايل تتر وانگر بولاٽيون ڪائيندي، ڪارونجهر جي غفا ۾ گم ٿي ويندي، ڪوبه راڳو راڄ نه ڪندو. ننگر جا ڍهر هيرڻ، ڏينن بدران گوليون اوڳاڇيندا. هاڻ ڪو وڙهڻ وارو مون کي نه سُجهي. ڪارونجهر جو ڇا ٿيندو؟ ننگر جو ڇا ٿيندو؟ ، اهو ٻڌي ڪارونجهر جي ڪامڻيءَ جا چپ ڦڙڪيا، اکين ۾ ڪا امر جوت جرڪي ۽ روپي جي ڪنن ۾ ڪامڻيءَ جا اکر امرت اوتڻ لڳا.

” روپا! توکان پوءِ آئون چاند بيبي نه ٿي سگهيس ۽ ڪنهن ڪولهيءَ مونکي زال جي روپ ۾ قبول نه ڪيو ته به آئون پنهنجي ڪُک سائي ڪرائيندي رهنديس ۽ جيڪو نسل پيدا ٿيندو، تنهن کي تنهنجو سبق پڙهائينديس ته آزاديءَ جي گهايل تِتر کي

ڪارونجهر جي غفا مان ڪارونجهر جي چوٽي عقاب وانگر اُڏايو، ان وقت تائين، جيستائين هن ڌرتيءَ تان گوري جي پير جو آخري نشان به ختم ٿي وڃي. اهو منهنجو توسان وچن آهي! “ ايئين چئي هن پنهنجا گيتا جي صفحن ڪان به وڌيڪ مقدس چپ روپلي جي چپن تي رکيا ۽ روپلي جو ڪنڌ هڪ طرف ڍرڪي ويو.

هندو لفظ سنڌ مان ورتل آهي، پراچين دور ۾ واديء سنڌ جي سپني رهاڪن کي هندو- سنڌي هڪ معنی ۾ اچاريو ويندو هو.

سالو بڙدي! مون جڏهن ”نئين مصر جا پراڻا ورق“ (DRY LEAVES FROM YOUNG EGYPT) ۾ تنهنجي فوٽوءَ ۾ توکي نوڙَن ۾ رَسن سان ٻڌل ڏٺو هو، ان وقت مون واقعي سوچيو هو ته اي- بي ايسٽوڪ (E.B. EASTWICK) توکي ڌاڙيل لکي سچ جو اظهار ڪيو آهي. پر جڏهن ٿوڙي جي ميدان ۾ مالڪ خشڪ، ذڪريا ميمڻ، امان الله وسطڙي، انور عباسي ۽ مٺو بليديءَ ڪي ڌاڙيل قرار ڏيئي شهيد ڪيو ويو تڏهن مون کي پڪ ٿي ويئي ته حاڪمن، ڪلائيو کان وٺي ميجر عباس تائين جيڪي ڪجھ سنڌي اَرڏن جي باري ۾ چيو آهي، سو حاڪمن جي مِڪر، فريب ۽ ڪُوڙ تي ٻَڌل تاريخي داستان آهي ۽ تون ڌاڙيل نه پر انگريزن جو دشمن هئين.

سرمد چار رباعيون لکي، پنهنجي قيمتي حياتي گنوائي ڇڏي. پر مون جڏهن پڙهيو ته ابوالڪلام آزاد وصيت ڪئي هئي ته مون کي سرمد جي پيرن کان دفن ڪجو تڏهن مون محسوس ڪيو ته سرمد جي چئن رباعين، اورنگزيب جي چاليهن سالن جي حڪومت تي ابدي فتح حاصل ڪري ورتي آهي. اورنگزيب کي ڪهڙي ضرورت هئي جو هن چاليهن ورهين جي خاطر انساني تاريخ جي طويل ترين شڪست جي لعنت جو طوق ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو- اڄ نندي کنڊ جو انسان سرمد جي رباعين پٺاندر جيون گهاري رهيو آهي نه ڪي ”فتوا عالمگيريءَ“ مطابق. سرمد! تون لافاني آهين جو محبت خاطر حياتيءَ سميت تو سمورو سرمايو لٽائي ڇڏيو.

اي اورنگزيب! تون ڪيڏو نه ڪٺُور آهين جو پنهنجي حَسين ۽ باذوق ڌيءُ کي سموري حياتي محبوب جي گرم پاڪرن ۽ اندلٺي چُمين کان محروم رکي ڇڏيئي، سو رعيت

كي كهڙي محبت ڏيئي سگهيو هوندين!

# برج البراجنا ۾ گهيري ۾ آيل

فلسطينين کي کاڌي ۽ پاڻيءَ کان محروم ڪيو ويو آهي ۽ اهو ڪم شيعه امل مليشيا ڪيو آهي ۽ ڪري رهي آهي. انهيءَ حالت ۾ فلسطيني مجبور ٿيا آهن ته ڪتا ، ٻلا ۽ ماڻهن جو ماس کائين. جيڪي لاريون امدادي سامان کڻي برج البراجنا وڃي رهيون هيون، تن کي شيعه عمل مليشيا روڪي ڇڏيو آهي- اهو ٻڌي مون سوچيو ته ڇا حسين جي نالي ۾ يزيديت ايئين ٿيندي آهي، جو حُسين جا پوئلڳ يزيد جي پيروي ڪري رهيا آهن.

نيل گگن جي وسعت ۾ ستارن جي سيج تي گانڌي ۽ پڳت سنگھ آمهون سامهون ويٺا آهن۔ پڳت سنگھ جي سدا ملوڪ مُهانڊي تي مُرڪ چانيل آهي. مهاتما گانڌيءَ جي مُک تي مهاتما ۽ ڳنڀيرتا چانيل آهي. اهنسا ۽ هنسا تي بحث هلي رهيو آهي. گانڌي سموري اُپڪنڊ تي نظر ڊوڙائيندي چوي ٿو، ”ٻالڪ! جيڪو ڪنهن ماڻهوءَ جي جسم ۾ گولي پوکي ٿو، اتان گولي ئي ڦٽندي آهي ۽ پوءِ گولين ڦُٽڻ جو هڪ اڻ کُٽ سلسلو شروع ٿي ويندو آهي ۽ گولي هلائيندڙ کي گولي ئي پلئه پوندي. ايئين ٿي نه ٿو سگهي ته اوهان ڪٽڪ پوکي چانور لُڻو.“ گانڌي ڳالهائي رهيو هو، ان وقت به سندس سيني مان رت ڦوهارو ڪري وهي رهيو هو ۽ ان جا چنڊا اُپڪنڊ جي ڌرتيءَ تي ڪِري رهيا هئا۔ پڳت، گانڌيءَ جي جسم مان وهندڙ رت ڏسي ٿوڪ واري مُرڪ مُرڪندي چوي ٿو، ”باپو! اوهان ته ڪنهن جي جسم ۾ گولي پوکي ئي نه هئي ته پوءِ اوهان جي سرير ۾ گوليءَ ڪيئن گهاءُ ڪيو. جڏهن ته مون ڪيترن ئي جسمن ۾ گوليون پوکيون پوءِ به مونکي ڦاسيءَ جو ڦندو نصيب ٿيو.“ ايئن چئي پنهنجي ڳچيءَ تي ڦاسيءَ جي رسي جي نشانن تي هٿ ڦيري ٿو.

گانڌيءَ چيو،” آئون انهن سپني جي ڪُفاري طور سيني ۾ گولي سانديو ويٺو آهيان، جن انگريزن ۽ ٻين جي سينن ۾ گوليون پوڪيون، ڇوته آئون هندوستان جو مسيحا هوس ۽ تون اڄ پنجاب جي ڌرتيءَ ڏي ڏس ته جيڪو ٻج تو ڇٽيو هو سو ڪيئن نه وڏي ويجهي وڌو ٿيو آهي.“ ڀڳت سنگھ، گانڌيءَ جي جسم مان وهندڙ رت تان نظر هٽائي هيٺ ڏسي ٿو، سندس پيڙ جو گهر- سندس پيڙ ” هندوستان جي آزاديءَ ۾ شهيدن جو ڪردار“ نالي ڪتاب ۾ ڀڳت وارو بابُ پڙهي رهي آهي. سندس ننڍڙو ٻار پاپوهه مان اڱڻ تي ڪيڏي رهيو آهي ته اوچتوهڪ پاپي دروازو کولي اندر داخل ٿئي ٿو، هي پاپي، ڏاڙهي پوش غندو نظر اچي رهيو آهي- هن ايندي شرط ريوالور جون چار گوليون مائيءَ جي سيني، پيٽ ۽ پيشانيءَ تي وهائي ڪيون. هن ننڍڙي ڏانهن ڏنو ته هڪ زوردار لت ان کي لڳي. عورت جي جسم مان وهندڙ رت ڪتاب ڀڳت سنگھ جي نالي تي ڪري پيو. اهو ڏسي ڀڳت سنگھ اوچنگار ڏيئي گانڌيءَ جي چرنن ۾ ڪِري پوي ٿو ۽ چوي ٿو ته، ” باپو! ڇا مون اهڙو ڏينهن ڏسڻ لاءِ پنهنجي جان ڏني هئي!؟ “ گانڌيءَ جي چهري تي ڪوبه تاثر نه هو. جهڙوڪر جيڪي ڪجھ اڄ ٿي رهيو آهي، سو صديون اڳ هن جو ڏٺل هو. رگھو ايترو چيائين،” جيڪي گوليون تو پوکيون

هيون سي موٽي رهيون آهن ۽ اهو به ضروري ناهي ته اهي پوڪيندڙ کي لڳن.“

آفريڪي جيل جي انڌار پوري ۾ بند هڪ قيديءَ کي گوري سپاهيءَ اچي چيو، ”اڄ تنهنجي زندگيءَ جو آخري ڏينهن آهي. سڀاڻي ڪان پوءِ هيءَ حَسين ڪائنات، هيءَ ستارن جي مُرڪ، هيءَ گُلن جي خوشبوءِ ۽ ڪنهن سَرهن ساهن ۽ والهانه پاڪرن جي آس ۾ جيئڻ سدائين لاءِ ختم ٿي ويندا. تون پنهنجي آخري خواهش ٻڌاءِ جيڪا قانون مطابق پوري ڪئي ويندي.“

ڪاري قيديءَ جي چپن تي مُرڪ پکڙي، ڳل ٻاٻيني جهرا ڏند ظاهر ٿيا. هن لوهي سيخن مان آفريڪا جو آسائتو اُڀ ڏٺو، دل آزاديءَ جي اُمنگن سان پرجي ويس. هن آخري خواهش طور پنهنجي محبوبه سان ملڻ جي چاهت ڏيکاري.

آفريڪي دوشيزه آندي ويئي، هن جي هٿن جي ترين تي لڳاتار هٿيار هلائڻ ڪري ڳانٺون پئجي ويون هيون. چپ ڪنهن اڻ ٿيڻي خواهش لاءِ ڦڙڪڻ لڳا. هن جو پيٽ وڏو ۽ وڌيل هو. هوءَ ڏاڍي سَرهي نظر پئي آئي. قيديءَ ۽ ڇوڪريءَ جون اکيون مليون. قيديءَ ڇوڪريءَ

کي اشارو ڪيو، هوءَ ويجهي آئي. بنهه سيخن سان اچي لڳي. گرم سيخن سان پنهنجا ٻريل چپ ٽڪرايا. پر قيدي انهن مڏ پريل چپن ڏانهن ڌيان ڏيڻ بدران چوڪريءَ جي اُپريل پيٽ تي چمي ڏيئي چوڻ لڳو.

” اي منهنجا اڻ ڏٺل ٻار ۽ اسانجي ابدي لمحن جا يادگار وجود! هي گورو چوي ٿو، مون کي سپاٽي جو سج ڏسڻ نصيب نه ٿيندو- آءٌ ڦاهيءَ چڙهي ويندس. ٺيڪ آهي. جڏهن تون آفريڪا جي ڌرتيءَ تي ايندين ۽ پهريون آواز ڪيندين، تڏهن تون آزاد هوندين، منهنجي ڦاسيءَ جو رسو تنهنجي لاءِ باک ٿي ايندو.“ ائين چئي قيديءَ منهن ڦيري چڏيو ۽ آفريڪي دوشيزه تاريخ جي انوکي چميءَ تي مسرتن سان پرپور ٿي، پنهنجي منزل ڏانهن وڌڻ لڳي.

حيدرآباد جو شهر رنگ ۽ نور ۾ ٻڏل هو. ڄامشوري جو پٿريلو ميدان جيڪو ڪڏهن ارغونن جي خلاف اسماعيل شوري ۽ جهونجهار شوري جي گهوڙن جي ٽاپن سان گونجندو هو، اتي سنڌ جو سمورو علم ۽ شعور رومانوي سرگوشين ۾ ويڙهيو پيو هو، حيدرآباد جون هوٽلون بي عمل دانشورنجي بي معنى بحثن سان ڀريون پئي. اهڙي حالت ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل جي پرسان هڪ ڪٽارا ڪار هڪ لاش کڻي نيشنل هاءِ وي تان سکر ڏانهن وڌندي پئي وئي. اهو لاش آزاديءَ جي مجاهد محمد صالح عاجز جو هو. جنهن کي ڪَفن به سندس ڪن خيرخواهن خيرات طور ڏنو هو. لاش سان گڏ ڪوبه جلوس نه هو. اهو لاش جيڪو زندگيءَ ۾ ڪيترا سال جيل ۾ آزاديءَ جا گيت ڳائيندو رهيو هو ۽ چڪيون پيهندو رهندو هو. سو جڏهن حيدرآباد جيل جي پرسان مَٽيو ته حيدرآباد جيل جا برج لاش جي بيوسي ڏسي کلي چوڻ لڳا،"ڪٿي آهي اها آزادي؟ جنهن جي آسري تي تون اسان کي ڊاهڻ جون اسڪيمون ٺاهيندو هئين، تون ختم ٿي وئين. اسان ناقابل

شڪست آهيون- اسان موجود آهيون.“

بلڪل انهيءَ گهڙيءَ جيل ۾ دودي مهيريءَ جي دڌن تي ڦٽڪي ڦهڪو ڪيو ۽ دودي ڦٽڪي لڳڻ سان آزاديءَ جو نعرو هنيو ۽ ٽڪٽڪيءَ تان لهڻ شرط هن ڌرتيءَ جي انهيءَ حصي کي چُمي ڏني، جتي محمد صالح چڪيون پيٺيون هيون- ۽ فتح جو نشان پنجابي ميجر کي ڏيکاريو- انهيءَ منظر کي ڏسي جيل جا برج جهڪي ويا ۽ لاش جي چهري تي نُور جي لاٽ اُڀري آئي. لاش جي پرسان ويٺل نياز جي چپن تي اياز جي هيءَ سِٽ اُڀري آئي.

” جي راهه اجل کنهن ورتي آ،

ته هن پونءِ ڪئي ٻي پرتي آ.

**” انگريزو! هندوستان خالي ڪريو. “** گانڌيءَ جو نعرو **”وطن يا ڪفن“** پيرپاڳاري جو نعرو **”سموري سنڌي ڪنڌ ۾ انگريزي سرشتو ناس ڪريو.“** حريت جي متوالن جو نعرو.

بندوقن جي گولين سامهون نوجوان ايئين وڃڻ لڳا، جيئن محبوبه جي مُرڪ ڏانهن نوجوان دل ڇڪبي آهي. انگريزي سرشتي کي نوجوان ايئين اکيڙڻ لڳا، جيئن هاري گُڏ ڪيندا آهن. اهڙي هڪ ڪاروائيءَ ۾ سنڌو ماتا جو ڳڀرو هيموڪالاڻي جهلجي پيو ۽ ان وقت جي چالو انگريزي قانون مطابق ڦاسيءَ جي سزا جو حقدار ٺهرايو ويو. انگريزن تي سنڌي ڪنڌ ۾ دٻاءُ وڌي رهيو هو. ان ڪري هنن ڪوشش ڪئي ته هيمون ڪالاڻي معافي لکي ڏئي ته ڪيس آزاد ڪريون. ان لاءِ پهرين ان وقت جي ڪانگريس جي صدر جيرامداس دولت رام کي هيمونءَ وٽ موڪليو ويو ته نوجوان هيمونءَ کان ايتري رحم جي درخواست لکرائي اچو ته **”مون جيڪي ڪجھ ڪيو آهي، ان تي پشيمان آهيان.“** هيمونءَ

حيران ٿيندي ڪانگريس جي صدر کي جواب ڏنو ته، ”توهان کهڙا ڪمانڊر آهيو جو هلندڙ جنگ ۾ سولجر کي چئو ٿا ته پنهنجي مورچي کي صحيح سلامت دشمن جي حوالي ڪر ۽ پنهنجي مقصد تان هٿ کڻي وڃ.“ اهو جواب ٻڌي جيرام داس موٽي ويو. نيٺ هيمون جي ماتا کي هيمونءَ وٽ موڪليو ڪانگريسين، ته جيڪي جيرام داس هيمون کان مڃائي نه سگهيو آهي سو تون مڃائي اچ.

سنڌو ماءُ هيمونءَ جي سامهون هئي. آسمان مان لٽل اپسرا. سينڌور جهڙو رنگ، ايئين پئي لڳو ڄڻ ساڌ ٻيلي جي سموري شفق ۽ پوترتا سندس چهري تي لهي آئي هجي. جيتوڻيڪ پُٽ جي پريشانيءَ ڪري اوجاڳن اکين جي پاسن کي ڪارائي چڙهيو هو. پر پوءِ به اهي نشان بد زيبا لڳڻ بدران سرمي جون ريکائون ڏسڻ ۾ آيا. سندس نڪ جو ڪوڪو ايئين چمڪي رهيو هو، ڄڻ راجا ڏاهر جي تاج جو هيرو. هيمونءَ وٽ پهچڻ کان اڳ جڏهن هوءَ آهستي آهستي قدم کڻندي اچي رهي هئي، ان وقت ڪيس ڏسي محمد صالح عاجز ۽ احمد ڪوسي انقلاب زنده آباد

جا نعرا هنيا. انهن ٻنهي نوجوانن تي نظر پوندي، سنڌو ماتا جي گلاب جي مکڙين جهڙن چپن تي مُرڪ چانئجي وئي ۽ هن پڇڪيو. انهن نوجوانن وٽ اڄ انهيءَ نعرن کان کان وڌيڪ پياري ڪابه شئي ناهي، ويندي حياتيءَ تائين به. هوءَ باوقار طريقي سان اڳتي وڌندي، هيمونءَ جي انڌار پونري وٽ آئي. ماءُ پُٽ جون نگاهون مليون، ڪا جوت جلي ۽ ڪن پل ۾ جهيڪي ٿي ويئي.

سنڌو ماءُ: ”انگريز چون ٿا ته تو غلط ڪم ڪيو آهي. تون رڳو پنهنجي غلطي مڃ ۽ ايترو لکي ڏي ته مون جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، ان تي پشيمان آهيان. ته پوءِ هو توکي ڇڏي ڏيندا- منهنجون تو ۾ آسون آهن. آئون تنهنجي سدا ملوڪ مهانڊي تي موڙ ڏسڻ ٿي چاهيان، ڪن پين جون به تو ۾ ڪي اميدون هونديون.“

هيمونءَ ڏاڍي اُڪير سان ماءُ جي گلاب جي پنکڙين جهڙن هٿن تي هٿ رکي چوي ٿو.

”ماتا! انگريز چون ٿا مون غلطي ڪئي آهي. گهڻو وقت اڳ عرب ديس دروهين به چيو هو ته ڏاهر ڏوهه ڪيو آهي. پوءِ ارغونن به چيو هو ته دريا خان، رڻ مل سوڍو

۽ سارنگ سهتو قاضي قادن جي معرفت پشيمانيءَ جو اظهار ڪري، جان بچائي ٿي سگهيا. پوءِ مغلن به سوڍن، سميجن، شورن ۽ سهتن کي چيو ته اوهان غلطي ڪئي آهي جو ناريجن ۽ پليجن جي معرفت پشيمانيءَ جو اظهار نه ٿا ڪريو. هتان ٿورو پرسان ڪرڙيءَ جا ميدان آهن، جتي، ڪيترن مائرن، ڪيترين سهاڳڻين ۽ ڀينرن، پنهنجا ڪونڌر پُٽ، جانٺا وَر ۽ سلڇڻا ڀائر سينگاري موڪليا هئا ته وڃي سنڌ مان افغان پاڇوڪڙن کي ڪڍي اچو. پر جي پڇي آيئو ته پوءِ اسان جو اوهان سان ڪوبه سڱ سياپو نه رهندو. هو پريان اروڙ آهي، اتي به رڻ متو هو، راڙو ٿيو هو. اتي به ڪيترين ڀينرن جي هٿن ۾ گجرا، اکين ۾ آس جا موتي ۽ پاندن ۾ سرهاڻ جا چڳا هئا ته ڀُڏ جي ميدان مان سندن ڀائر سوڀارا ٿي ايندا ته سندن ڳچين ۾ گجرا وجهي، مٿن سرهاڻ جي ڇُڳن جي ورڪا ڪنديوسين. پر ائين نه ٿيو. اروڙ جا ڏيئا وسامي ويا، ڀينرن جي هٿن جا گجرا اڄ به اروڙ جي ٽڪرين ۾ انهن فتح مند ڀائرن کي ڳولي رهيا آهن. مون کي پڪ آهي ته هن ڏرتيءَ تي اهي سوڀارا ڀائر ضرور ايندا. پوءِ سميجيون سرهيون ٿينديون. اروڙ ٻهڪ ٻهڪ ٻرندو. اکين جي آسن جا موتي وڏيڪ آب تاب سان چمڪندا. ڀينرن جي هٿن جا هار فتح مند ڀائرن جي ڳچين ۾ پوندا. ائين چئي

هيمون ٺورو رڪيو ۽ پوءِ سنڌو ماءُ جي اکين ۾ پاپوهه سان ڏسندي چوڻ لڳو، ”تون منهنجي ماءُ آهين، ۽ مون کي سڄي دنيا کان پياري آهين. پر منهنجي هڪ ٻي به ماءُ آهي، جيڪا تنهنجي ۽ سڀني ديس واسين جي ماءُ آهي. اها آهي هن ننڍي کنڊ جي ڌرتي. مون کي افسوس آهي جو آئون تنهجو چوڻ نٿو مڃان. جيئن حيدرآباد جيل ۾ سنڌ جو سورهيه پاڳارو اٽل بيٺو آهي. تيئن آئون به اسان سڀني سنڌين جي ماءُ تان صدقو ٿو ٿيان. مون کي معاف ڪجانءِ آئون تنهنجو چوڻ، جيڪو انگريز جو چوڻ آهي نٿو مڃان. مون هنن کي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته آئون ٻئي جنم ۾ موٽي ايندس ۽ جي ڌنم ته هتي گورو موجود آهي ته وري به گوري جي پاڙ پٽڻ لاءِ اهوئي ڪم ڪندس جيڪو ڪم ڪندي هتي آيو آهيان. ۽ جيڪو ڪم سموري دنيا ۾ منهنجا انقلابي ساٿي ڪري رهيا آهن.“ اهو جواب ٻڌي سنڌو ماءُ جي نيڻ ڪٺورن جي سرهائي هيڪاري وڌي وڃي ٿي ۽ هوءَ انتهائي باوقار طريقي سان واپس موٽي ٿي.

## مون کي خبر ناهي ته هيمون ڪالاڻي وري جنم وٺي آيو آهي يا نه؟ ۽ جي جنم ورتو اٿس

ته خبر ناهي ڪنهن جي روپ ۾، باقي سنڌ ۾ گورو اڄ به موجود آهي، سندس ڦرلٽ وارو طريقو به موجود آهي. سندس سرشتو به باقي آهي، صرف روپ نئين سان، ويس بدل سان، رنگ ديسيءَ سان. ڇا سنڌ ۾ ڪابه اهڙي ڪُڪ ناهي، جنهن ۾ هيمون تون قرار وٺي سگهيو هجين!

ٿرپارڪر ضلعي جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ اَن جو ديرو ۽ تي پهرو ڏيندڙ هڪ جهور پوڙهي عورت. اوچتو گوليءَ جو ٺڪاءُ ٿيو، ٺڪاءَ شرط پوڙهي ڪٽڪ جي ڪوڙيءَ تي ڪري. سندس ٻنهي مُٺين ۾ سون جي ڏنگين جهڙا ڪٽڪ جا داڻا هئا ۽ هوءَ بيٺل پوڙهي، ننڍڙي نينگر کي چئي رهي هئي ته ”ابا! ڏسجو ماريا ذاريان اَنُ نه ڪٽي وڃن.“ اهي لفظ ٿرپارڪر جي امر شهيد مائي بختاور، پنجابي چوڌريءَ هٿان گولي کائڻ وقت چيا هئا. پر آئون سمجهان ٿو ته اهو جملو سنڌ جي تاريخ ۾ هر وڙهندڙ جوڌي ۽ شهيد جو جملو رهيو آهي. پهريون ”ماريو ذاريون“ جيڪو ٻاهر کان آيو. جيڪو ڪنهن چڱي مقصد ۽ نيڪ ارادي سان نه آيو. جيڪو غلام ٻڌائڻ ۽ ڌرتيءَ جا وسيلا ڦٻائڻ آيو، جنهن جي هڪ هٿ ۾ ڪٽاري ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪوئي مقدس ڪتاب به رهيو آهي. سنڌ تي حڪومت ڪرڻ ۽ سنڌ ين کي غلام ٻڌائڻ پئي آيو آهي. ان جي لاءِ اسان پنهنجي ماتر ڀوميءَ جي هر فرزند کي اهو سيکاريو آهي ته اهو ماريو ذاريون آهي. اِن جو هن سرزمين ۽ ان جي وسيلن تي ڪوبه حق ڪونهي. ان

ڪي ڏِڪي هن ڌرتيءَ تان ڌار ڪريو، وڙهو. جيڪڏهن وڙهڻ جي پڄت ناهي ته ان کي ماريو ڌاريو سڏيو. ان طريقي سان ان کي اوهان هڪ ڏينهن هن سون ورني ڌرتيءَ تان تڙي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندؤ ۽ ڌارئي جو هتي نشان به نه رهندو ۽ شايد تاريخ جي کوجنا ڪندڙ کي ان جو بڻ بڻياد ڳولي لهڻ تي ڪا غير ملڪي يونيورسٽي پي-ايچ-ڊي جي ڊگري ڏيئي ڇڏي.

پيو لفظ هو ” اَن “ سنڌ ۾ هوندئن به چوٽي آهي ته ” اَن آهي ته ايمان آهي. “ پر اَن ۾ رڳو ايمان ناهي. ان سان ئي هيءَ دنيا خوبصورت آهي. ان سان ئي هيءَ دنيا جنت آهي. ”ان“ سان ئي هيءَ دنيا، هي ملڪ، هي قومون، هي سهڻا ماڻهو، مُرڪڻا انسان، اصلي انساني من جي گهراين ۾ پنهنجي نيڻن جا ڇپر وڇائيندڙ ۽ ذهن جي جهروڪن ۾ ماڻ جا مانداڻ مچائيندڙ ماڻهو موجود آهن. ” ان “ جي وجود سان زندگيءَ جا رنگ رتول.

آئون پر امن غلاميءَ بدران خطرن سان ڀرپور آزادي پسند ڪريان ٿو.

ڪوبه شهري ايترو دولتمند نه هجي جو ٻئي شهريءَ کي خريد ڪري سگهي. محنت، ذهن، ضمير ۽ جسم سميت. ۽ نه وري ڪو شهري ان پوزيشن ۾ هجي جو پنهنجي محنت، ذهن، ضمير، جسم، ذات ۽ رات سميت وڪرو ٿيڻ لاءِ مجبور هجي.

# 22

## منهنجا پيارا پائرو!

اڄ آئون اوهان کان جدا ٿيڻ کان پوءِ پهريون پيرو اوهان سان ڳالهائي رهيو آهيان. اوهانکي اهو ٻڌائڻ جي ضرورت نه ٿو سمجهان ته پنهنجو واسطو سنڌ جي سر زمين جي ان حصي سان رهيو آهي، جنهن جي ٻاڙيءَ ٻاڙيءَ تي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ شهيدن جو رت هاريو پيو آهي ۽ آئون سمجهان ٿو ته جيڪڏهن ان ڌرتيءَ جي ذري ذري کي نچوڙيو وڃي ته ان مان سنڌ جي شهيدن جو رت اُبڙڪا ڏيئي، ڏياريءَ جي ڏيئن وانگر ٻرڻ لڳندو.

جڏهن منهنجو ۽ ذڪريا جو واسطو هن رنگ برنگي دنيا سان (جيڪا آزاد ماڻهن لاءِ ته ڏاڍي خوبصورت آهي، پر اسان سنڌين لاءِ غلاميءَ جي ڪري ڏاڍي ڪوجهي ۽ ڪروڌ سان پري پيئي آهي.) ڏنو ته هڪدم ٻه بزرگ اڳتي

وڏيا، ۽ اسان جي زخمن کي پنهنجين مقدس پَڳن جي پلاندن سان صاف ڪرڻ کان اڳ پاڪرن ۾ وٺي، چُميون ڏيڻ لڳا. اسانجن نراڙن کي جن ۾ سنڌ جي سوچ هئي. اسانجن هٿن کي جن ۾ سدائين آزاد سنڌ جا جهنڊا رهيا. ذڪريا، **شاهه عنايت** جي پاڪرن ۾ هو ۽ آءٌ **درياءَ خان** جي هنج ۾. سنڌ جي انهن ٻنهي عظيم ۽ لافاني هستين جي هنجن ۾ پهچڻ کانپوءِ اسانکي پوري ڪائنات بدليل نظر آئي. اسانکي سنڌ جي اُپ تي پليري باک جا ڪرڻا نظر اچڻ لڳا. سنڌ مٿان سرهائيءَ جا بادل پئي پسڻ ۾ آيا.

ادئو! هي سڀ ڳالهيون آئون توهان سان ان لاءِ ڪري رهيو آهيان، جو مون پنهنجي جان دريا خان ۽ شاهه عنايت شهيد واري **سنڌ** جي بحاليءَ لاءِ ڏني آهي.

منهنجو آئيڊيل

بندوق ضرور هئي، پر اها بندوق جيڪا شعور ۽ تنظيم جي تابع هجي. منهنجا آئيڊيل، دريا خان، هيمون ڪالاڻي ۽ جي- ايم-سيد آهن. توهان منهنجي شهادت کي ڪڏهن به

مفاد پرستي ۽ ڏاڍ پرستيءَ لاءِ استعمال ٿيڻ نه ڏجو. وڏيڪ آءٌ توهان جي نندڍي ڀاءُ جي حيثيت ۾ ڪابه نصيحت ڪرڻ نٿو چاهيان ۽ نه ئي سنڌ جي نوجوانن لاءِ مون وٽ سڌ لاءِ پنهنجي زندگي قربان ڪرڻ کان وڌيڪ ڪو پيغام آهي.

توهانجو ڀاءُ

مالڪ

اڄ هڪ دوست ٻڌايو: اڄ جيل تي ويو هوس، اتي عجيب منظر ڏٺم. جيل جي ”سِي“ ڪلاس واري ملاقاتي حصي ۾ پنجن فوٽن جي مفاصلي تي ٻاهرئين پاسي هڪ خوبصورت ڇوڪري ويٺي هئي. سندس وارن تي گهنگهور گهٽائون رقص ڪري رهيون هيون، هن جو بدن ڪوڪ شاستر جي پدمڻيءَ جهڙو هو. پير پاريل جي پيرن کان به وڌيڪ خوبصورت ۽ نازڪ، ڳلن تي ڄڻ مينهن وساڻن جي پشم جو ته چڙهيل، چَپ ڄڻ گولاڙي جي ڦِڻ ڦاڪن تي ٿوهر جي لار لڳل، چهري تي ڪيئي چنڊ پئي ڪڙيا ۽ ٽڙيا. ڳالهاءَ ۾ سانجهه جي مانجهه رس پي ڇلڪيو. سامهون سنڌ جو فولادي عزم، سمنڊ جهڙي ذهن ۽ هلڪي جسم وارو قيدي ويٺو هو. جنهن جي چهري تي چاهتن جا ڪڪر پئي دوڙيا، ۽ چَپ گرم گرم ريشمي چمين لاءِ بهادر جي ڏؤنرن جي نسن وانگر پئي ڦڙڪيا. پر ٻنهي جي وچ ۾ پنجن فوٽن جو مفاصلو ۽ ڊبل لوهي جهنگلو هو. بيتاب حسن ورهين جي اُجايل عشق جي ٻانهن ۾ وڃڻ کان مجبور هو. اهو قيدي دودو مهيري هو ۽ سامهون ويٺل ڪامڻي سندس پريمڪا هئي. اهو منظر ڏٺي، مون سوچيو، ”دودا توکي آئون بدقسمت چوان جو

اهڙي دور ۾ پيدا ٿيو آهين جو نه ٻگري وٺي سگهين ٿو ۽ نه ئي حسن ماڻي سگهين ٿو يا خوشقسمت چوان جو تاريخ جي اهڙي دور ۾ پيدا ٿيو آهين، جو سنڌ کي تو جهڙن دودن جي ضرورت آهي.“

عوام بيشڪ طاقت جو سرچشمو آهي. اڄ ڏينهن تائين هن ڪائنات ۾ جيڪو به حسن ۽ ان جو نکار پيدا ٿيو آهي، جيڪا دل ڪشي ۽ من موهيندڙ چڪ پيدا ٿي، اپري ۽ اُسري آهي، سا عوام جي محنت ۽ جدوجهد جي وسيلي ٿي آهي. اهو عوام ئي آهي، جنهن بادشاهت جا تخت ۽ تاج لتن سان اڏائي ڇڏيا بلڪل ايئين جيئن فوٽ بال جو رانديگر بال کي ڪِڪ سان اڏائيندو آهي. اهو عوام ئي آهي، جنهن دنيا مان شخص شاهيءَ جي فرمانن کي دنيا جي گھڻي حصي مان ايئين گم ڪري ڇڏيو، جيئن سائنسدانن ماتا جي بيماريءَ کي ۽ اهو پڻ عوام آهي جنهن جي طاقت جي سيلاب کان ٿينڪون ۽ توبون ڪٽي هلندڙ فوجن جا ڪماندر ايئين ڏڪندا آهن جيئن ڪنبٽيءَ جو مريض، ۽ اهو عوام ئي هو جنهن هزارها ورهين تائين هن ماتر ڀوميءَ جي پوتي ۽ پڳ، شاعري ۽ زبان زنده رکي. پر عوام جي اها طاقت ڪڏهن ڏاڍي غلط استعمال ٿيندي آهي. ۽ پنهنجي ئي قوم، ڌرتيءَ ۽ ان جي رهواسين جي تباهيءَ لاءِ استعمال ٿيندي آهي. جيئن هٽلر جي جرمنيءَ ۾. اتي جي عوامي طاقت، سڀ فڪر ۽ نظريا رد ڪري، هٽلر زنده آباد مرده باد جا نعرا هڻي، اقتدار ۾

آندو. نتيجي ۾ جرمن قوم جي هلاڪت جو سامان پيدا ڪيو ۽ هتي سنڌ ۾ سنڌي قوم، پٺي صاحب جي پٺيان لڳي پنجاب جي غلاميءَ جو ڳٽ خوشيءَ سان پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو، جنهن کي لاهڻ لاءِ اڃا تائين تيار ناهي.

اڄ پنجاب جا سياستدان، دانشور ۽ ڪي پاڙيتو مهاجر صحافي آرميءَ جي ڪماندرن ۽ حڪمرانن کي مشورا ڏيئي رهيا آهن ۽ ڏاڍي بي حيائيءَ سان چئي رهيا آهن ته سنڌ ۾ احتجاج ڪندڙ مردن ، عورتن ۽ ٻارن جي معصوم چپن کي ماٺ ڪرائڻ لاءِ پنهنجا حق حاصل ڪرڻ لاءِ، جهنڊا کڻي هلندڙ هٿن کي ۽ آزاديءَ سان رهڻ لاءِ سوچيندڙ دماغن کي جهڪائڻ ۽ مفلوج ڪرڻ لاءِ فوجي آپريشن ڪيو وڃي، سنڌ کي ساڙيو وڃي، ٻنيون ويران ڪيون وڃن، ۽ انسانن کي حياتيءَ جي رونق کان سدائين لاءِ محروم ڪيو وڃي ته جيئن صحيح اسلام ۽ پاڪستان قائم ٿي سگهن ۽ اهي ان وقت ئي صحيح صورت اختيار ڪندا، جڏهن سنڌ جي ڏيڍ ڪروڙ قوم کي سچ جي روشني ڏسڻ کان محروم ڪيو وڃي. اهڙو ئي مشورو سوين سال اڳ ننڍي کنڊ جي اهڙن ئي ملان اسرار ثائيپ مُلن هندوستان جي هڪ بادشاهه بُلبن کي ڏنو هو ته هاڻي هندوستان ۾ صحيح اسلام آڻڻ لاءِ ضروري آهي ته سڀني غير مسلمن کي قتل ڪيو وڃي. ان تي بلبن جواب ڏنو هو ته، ”مون وٽ ايترين تلوارون ئي نه آهن، جيڪي هتي جي اڪثريتي عوام کي قتل ڪري سگهن.“ اهو ته هو

بلبن جنهن خبر ناهي ڪهڙي مصلحت ۾ اهو جواب ڏنو هو. پر سنڌين لاءِ حاڪمن وٽ ڪٽڪ جا اينرا داٽا ناهن جيترين گوليون آهن. پر پوءِ به هيءَ قوم ختم نه ٿيندي.

مون کي خبر ناهي ته اخبار نويس جو ترجمو ”صحافي“ ڪنهن ڪيو. پر جنهن به اهو ترجمو ڪيو، تنهن جديد دور جي اخبار نويسي يا جرنلزم (Journalism) جي روح کي پوريءَ ريت انهيءَ لفظ ۾ سموئي ڇڏيو آهي، ڇوته صحافي لفظ جي معنيٰ آهن صحيفي جو صاحب، يا صحيفو رکندڙ. قرآن پيغمبرن کي صحافي سڏيو آهي. جيئن صحف ابراهيم و موسيٰ، يعني ابراهيم ۽ موسيٰ ٻئي صحافي هئا. جيئن ته پيغمبرن جو ڪم يا فرض آهي بدي ۽ باطل جي خلاف جهاد ۽ انسانن کي ٽولن، گروهن ۽ قبائلي ڇڪتاڻ مان ڪڍي هڪ منظم، مربوط، سگهاري ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ قوم، جماعت ۽ امن تيار ڪرڻ ۽ انسان کي هر قسم جي غلاميءَ مان نجات ڏيارڻ، پوءِ اها غلامي ڪوڙن خدائن جي هجي، بادشاهن جي هجي، قومن جي مٿان قومن جي هجي يا محڪوم ۽ ضعيف طبقن تي طاقتور ۽ سرنديءَ وارن طبقن جي هجي. بلڪل اهڙيءَ ريت اڄ جي صحافيءَ جو به اهو ساڳيو فرض آهي ته اهو ڪُوڙن خدائن جي حاڪميت، مڪار حاڪمن جي، شاهي جابر قومن جي ڏاڍائي ۽ طاقتور طبقن جي بالادستيءَ جي خلاف ايئن لکي، ايئن وڙهي ۽

جهاد ڪري جيئن پيغمبرن ڪيو. چوته هن دور جو صحافي به پيغمبر آهي ۽ جڏهن به صحافت (Journalism) يعني پيغمبري، تابعداري ۽ اطاعت، لالچ ۽ نفعي خوريءَ جو شڪار بڻجي وڃي، ان وقت صحافيءَ تي وحي ۽ الهام جا نيسارا بند ٿي ويندا. تخليق جا ڪاريز پنهنجا رخ مٽائي ڇڏيندا، پوءِ صحافت پيغمبري نه رهندي پر صرف اخبار نويسي رهجي ويندي ۽ اخبار نويسيءَ جي اصطلاح جاگيردارانه دور جي آهي، جيڪا بادشاهن جي جاسوس لاءِ استعمال ٿيندي هئي. بادشاهه ڇا ڪندا هئا جو ڪن چالاڪ، حرفتي ۽ ذهين ماڻهن کي هر علائقي ۾ پگهار تي رکندا هئا ته جيئن اهي، اتي جي سرڪش سردارن، ۽ بغاوت لاءِ سوچيندڙ صوبيدارن، فوجي عملدارن، شاعرن ۽ فنڪارن جي هر هفتي بادشاهه کي لکت ۾ خبرون موڪليندا هئا ۽ اهڙن جاسوسن کي ”اخبار نويس“ چيو ويندو هو. اڄ پابند سماجن ۽ غلام ملڪن ۾ صحافي، ”اخبار نويس“ بڻجي ويو آهي ۽ صحافت جيڪا حقيقت ۾ حاڪمن ۽ جابرن سان عوام جي مخاطب ٿيڻ جو ذريعو هوندي آهي سا اتي صرف حاڪمن جي عوام سان مخاطب ٿيڻ جو وسيلو ۽ عوام کي مارائڻ جي صلاحن سان ڀريل هوندي آهي. اها حالت جاگيردارانه وحشت ۾ هئي. ته اُن وقت وحي

”سچ“ ”الهام“ فڪر جي ڪاريزن پنهنجا رخ شاعرن جي دماغن ڏانهن موڙيا ۽ شاعر ئي اها دعويٰ ڪري سگهيا ٿي ته شاعري پيغمبريءَ جو حصو آهي. اياز ڪان معافي وٺندي آئون اڄ به چوان ٿو ته، ” شاعري اڄ به پيغمبريءَ جو حصو آهي، مڪمل پيغمبري ناهي، ڇوته مڪمل پيغمبري تبديلي پيدا ڪندي آهي. جيڪا صرف انقلابي سياست ۽ صحافت جي ذريعي ممڪن آهي. باقي ان تبديليءَ لاءِ ماحول پيدا ڪرڻ ۽ ان تبديليءَ کي مظبوط بڻائڻ ۾ شاعري اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.“

ٻيجل جا پويان پساهه آهن. سندس چوڌاري هيرن موتين جا ڍير لڳا پيا آهن. سندس عزيز هڪ طرف لالچي نگاهن سان هيرن ڏانهن ڏسن ٿا ته ٻئي طرف هٿرادو اداسائيءَ سان ٻيجل ڏانهن ڏسن ٿا. ٻيجل جي زال ڪڏهن پنل نيڻ کڻي ٻيجل ڏانهن ڏسي ٿي ته ڪڏهن سندس عزيزن ڏانهن. ٻيجل جو سُرندو ڪِليءَ ۾ ٽنگيو پيو آهي، جنهن مان جهايون، جهوڙا ۽ جهومڪ ڪي ٽٽي ويا آهن ته ڪي پنهنجو آب تاب وڃائي چڪا آهن. سُرندي جون تندون ڪٽجي ويون آهن ۽ ڪانيءَ ڪي اڌوهي کائي وئي آهي. ٻيجل سيني کان الڳ ٿلڳ ڦٿڪي ۽ تڙپي رهيو آهي. سندس زال جي ڳوڙهن کي ڏسي ٿو. ٻيجل جو آواز ”توکي روئڻ جو ڪو حق ناهي“ ”تنهنجي مڙس ڪنهنجو سُهاڳ لُٽيو هو. پنهنجي فن سان ڪنهنجي حياتيءَ جي هيج کي مٽائي ڇڏيو هو. تنهنجو مڙس پاپي آهي. تنهنجي مڙس فنڪار ٿي جلاد وارو ڪم ڪيو هو. سورٺ جي ڇَپن کي گرم گرم چُمين کان محروم ڪري ڇڏيو. هن جي ڳلن کي ڪنهن اهڙي ڇهاءَ کان محروم ڪيو هو، جنهنجو سُرور حياتيءَ جي پاتال تائين لهي

ويندو آهي. هن جي ڳچي ٻانهن جي هار ڪان وانجهي ويئي. اهو سڀ مون ڪيو، جيڪو فنڪار هوس. فنڪار جي هٿ ۾ ساز ۾ سدائين امرت هوندو آهي. پر منهنجي هٿ ۾ **فَن** تلوار ۾ زهر ٻڌجي ويو. اهو سڀ مون ڪان مايا جي موهه ڪرايو. مايا جو موهه جيون جو ويري هوندو آهي. اهو مايا جو موهه ئي هوندو آهي، جنهنجي ڪري سورٺ وڌوا ٻڻبي آهي، جهونا ڳڙهه جهرندو آهي، جيون جا رنگ رتول دونهين ۾ بدلجي ويندا آهن، حياتيءَ مان رس ۾ چس نڪري ويندو آهي. ڪنوارين جي چپن تي پيا ملڻ جي بدران اوسارا وحشيانه رقص ڪندا آهن ۾ ذرتي جهور پوڙهي ٿي ويندي آهي. اهو سڀ ڪجهه تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن هڪ فنڪار مايا تي موهجي پنهنجي فن کي جيون اجاڙڻ لاءِ ڪتب آڻيندو آهي. ڪڻ منهنجو هو سُرندو جنهنجي تارن تي ڏياچ جو لهو لڳل آهي ۾ وجهي چڏ باهه ۾ ته جيئن اڳتي لاءِ دنيا ۾ اهڙو ساز نه رهي، جنهنجي وسيلي سهاڳڻين جا سُهاڳ لٽيا وڃن، ڪنوارين جي چپن تي پيا ملڻ جي گيتن بدران اوسارا وحشيانه رقص ڪن. ذرتي وڏيڪ جهور پوڙهي ٿي وڃي، رنگ رتول دونهين جي ڪڪرن ۾ بدلجي وڃن، ڪنهن سورٺ جا چپ گرم گرم چمين لاءِ سڪندا رهن ۾ ڪنهنجي حياتيءَ

مان رس ۽ چس نڪري وڃي. مونکي پڪ آهي باهه ۾ پيل سرندي جي تند ۽ ان تي راڳ جو رت هاڻي ڪڏهن به جيون جي جوت اجهائڻ جي ڪم نه ايندا پر حياتيءَ کي سندرتا بخشيندا ۽ هاڻي ڪڏهن به فنڪار جي هٿ ۾ امرت بدران زهر جو پيالو ۽ جلاد جي تلوار نه ايندا. فن ۽ ساز هميشہ حياتيءَ جي هيج کي هڳاءُ ڏيندا.“ اهي ٻيجل جا آخري لفظ هئا، جن سان هن ٻاهه ۾ پيل سُرندي تي نظر وڌي ۽ حياتيءَ جي آخري هڏڪي پري.

هٽلر (Hitler) جو ڪنڌ ايوابرائون جي هنج ۾ آهي. هن جي نظر ايوابرائون جي گهرين نيرين اکين ۾ ڪتل آهي. ايوابرائون جي سونهري وارن جون چڳون هٽلر جي چهري کي ڇهي رهيون آهن. چانسلري عمارت آمريڪي جهازن جي بمباريءَ ڪان ايئين ڏڪي رهي آهي، جيئن ڪنهن ڪاموري جي دل نوڪري وڃڻ جي ڊپ ڪان ڏڪندي آهي.

فضا ۾ هٽلر جو آواز: ”هاءِ مون ڪيڏا نه خوبصورت خواب ڏٺا هئا جرمن قوم کي عظيم بڻائڻ لاءِ ۽ ان کي دنيا جو فاتح بڻائڻ لاءِ. انهيءَ مقصد کي ماڻڻ لاءِ مون زندگيءَ جا سڀ مزا ڇڏيا، آءٌ هن عظيم ڌرتيءَ جي ڪنڌ ڪڙڇ ۾ ويس. اُهي منهنجي خوشقسمتيءَ جا ڏينهن ۽ ڏاڍا خوبصورت پڻ. بلڪل تنهنجي اکين ۽ وارن جهڙا. جڏهن برلن ۽ ميونخ جي جلسي گاهن ۾ عورتن ۽ مردن جون تاڙيون ۽ نعرا مون تي وسڪيءَ جي بوتلن جو نشو طاري ڪري ڇڏيندا هئا ۽ اڄ منهنجي بدقسمتيءَ جا ڏينهن آهن جو منهنجي قوم تباهه ٿي رهي آهي، منهنجي ڌرتي جلي رهي آهي. جرمنيءَ جا خوبصورت کيت سڙي رهيا

آهن، جرمن جوان ڪسجي رهيا آهن. آئون جرمنيءَ کي عظيم بڻائي نه سگهيس. هاءِ منهنجي جرمني- ايوا! منهنجي آخري خواهش ۽ خوشقسمتي اها آهي، جو منهنجو مٿو تنهنجي هنج ۾ آهي. اڄ آئون سمجهان ٿو ته مون شڪست کاڌي آهي اتحادين کان ۽ فتح حاصل ڪئي آهي تنهنجي دل جيتي.“

ڏور فضائن مان نهروءَ جو آواز: ”ڪنهن قوم جي عظمت ۽ تهذيب جا معيار حقيقت ۾ ان قوم جا فلسفي، شاعر، اديب ۽ فنڪار قائم ڪندا آهن نه اينڊز ويندڙ ۽ ڪٽيندڙ هارائيندڙ سياستدان، جن جي حڪم تي فوجون حرڪت ۾ اينديون آهن. جهاز اڏامندا آهن ۽ بمباري ڪندا آهن. جلاد ڪوس ڪندا آهن ۽ جيل پرپندا آهن.“

هٽلر جو آواز: ”ٺيڪ آهي، شهر تباهه ٿيندا، جوان ڪسندا، ڪيت سڙندا پر گٽار ۽ بوڙينڊو رهندا. هيگل کي ڪوبه ختم ڪري نه سگهندو ۽ جرمن قوم وري به پوري سگهه سان اٿندي ۽ پنهنجي عظمت هٿيارن وسيلي نه پر هنرمند هٿن ذريعي حاصل ڪندي. ڪاش اهو هندي آواز مون تائين گهڻو اڳي پهچي ها. پر ايوا هني! اهو زهر جو ڪيپسول پهرين تون کاءُ ۽ پوءِ مونکي کاراءِ ته جيئن

آمريڪي ڪتا اسانکي جيئري پڪڙي نه سگهن.“

ڏُور اوپر کان سوئيڪارنو جو آواز: ”عورت ۽ ڳُل کي صرف وحشي ۽ درندا ئي چيپاٽيندا ۽ مارنيدا آهن. عورت ۽ ڌرتيءَ کي فتح نه ڪريو پر انهن سان پيار ڪريو ته جيئن ٻنهي ۾ تخليقي عمل جاري رهي. ڳُل کي چيپاٽيو نه، نه ته توهان جو ذهن به چيپاٽجي ويندو.“ انهيءَ آواز تي هٽلر ۽ ايوابرائون ڪوبه ڌيان نٿا ڏين ۽ آپگهات ٿا ڪن.

غالب چيو هو، ”منهنجي بزرگن جا ٽٽل تير منهنجي هٿن ۾ اچي قلم بڻجي ويا.“ پوءِ مونکي خبر ناهي ته غالب انهيءَ قلم سان قصيدا لکيا يا پنهنجن بزرگن جي تيرن وارو ڪم ورتو. پر جيڪڏهن جي- ايم- سيد شاعر هجي ها ۽ اها سِٽ لکي ها ته پوءِ انهيءَ سِٽ جي سچائيءَ تي مونکي ايترو ئي يقين هجي ها جيترو هڪ مسلمان کي قرآن تي هوندو آهي. پر پوءِ به مونکي پڪ آهي ته ڏاهر ۽ دريا خان، دودي ۽ هوشوءَ جا ٽٽل تير جي- ايم- سيد جي هٿ ۾ اچي واقعي قلم بڻجي ويا آهن. انهيءَ قلم سان جي- ايم سيد سنڌ ۾ سنڌ دشمنن خلاف اهو ڪم ورتو آهي جيڪو ڏاهر پنهنجن تيرن سان عربن خلاف ورتو؛ دودي خلجين خلاف، دريا خان ارغونن خلاف ۽ هوشوءَ انگريزن خلاف. اهي سڀ جي- ايم- سيد جا بزرگ هئا ۽ آهن، جن جا تير جنگ جي ميدان ۾ ٽٽي پيا. پر مون کي وشواش آهي ته جي- ايم- سيد جي قلم جي مقدر ۾ ٽٽڻ ۽ هار کائڻ نصيب ناهي. باقي مونکي اها پروڙ ناهي ته مخدوم بلاول جو قلم ڪنهنجي هٿ ۾ اچي رڻمل سوڍي جي تلوار ٿو بڻجي ته پوءِ اي ڄامشوري جا ميدان! ”توکي قسم آهي احسان ميمڻ جي رت ۽ نسرين جوڻيجي

جي آواز جو ته ان تلوار جي حفاظت ڪجانءِ“

اهو به شايد غالب ئي چيو هو ته عجمي بادشاهن جي تاجن مان هيرا پٽجي ويا ۽ انهن جي عيوض ۾ مونکي گفتگو جي اظهار جي جواهرن سان مالا مال ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن مان اهو چوان ته منهنجي ديس جي حاڪمن جي تاجن مان جيڪي هيرا ٽٽا سي مون وٽ اچي منهنجي گفتگو ۾ هيرا ۽ جواهر بڻجي ويا آهن، تڏهن به منهنجي اها دعويٰ صحيح ثيندي. مون اهي هيرا جواهر پنهنجي گفتگو جي ذريعي سچي سنڌ ۾ سنڌي قوم وٽ پيش ڪيا آهن ته اوهان انهن سان پنهنجا جهول ڀري رکو. مون انهن هيرن مان ڪٿي ٿانڊن جو ڪم ورتو آهي ۽ سنڌ دشمنن جون دليون جلايون آهن، ڪٿي ديپڪ راڳ ٻڌائي پاڻيءَ ۾ باهه لڳائي آهي. ڪٿي نوجوانن جي دلين ۾ آزاديءَ جي گلن جي روپ ۾ پوکيا آهن، ڪٿي ميگھ ملهار ڪري ڪنوارين دلين جي ڌڙڪن تيز بڻائڻ جو ڪم ورتو آهي ۽ ڪٿي اهي هيرا ڪٽي پٽائيءَ جي سُر سارنگ جي روپ ۾ ورهائيندو رهيو آهيان. آئون محسوس ڪري رهيو آهيان ته اهي هيرا پنهنجو اثر ڏيکارندا اچن ٿا. انهن جي جوت

۾ جيت جا جوهر نروار ٿيندا اچن ٿا ۽ اي سنڌ جا سانوڻؤ ۽ سيارئؤ! اوهانکي قسم آهي پيچ پني جي ملاقات ۾ گرم پاڪرن جو ته مونکي انهن جواهرن کان محروم نه ڪجو چوته پوءِ مون وٽ ڪجھ به نه رهندو.

تون ڏاڍي سهڻي آهين. تنهنجي جسم جي خوشبوءِ ۾ شئمپين جي بوتل جو نشو آهي. تنهنجو بدن پاڪر ۾ اچي ٿو، چڻ ٿئي جي ريشم سان پاڪر پرجيو وڃن. تنهنجي چپن تي نظر پوي ٿي چڻ ڄامشوري جي پهاڙن جي پويان لهندڙ سج جو آخري ڪنارو ياد اچيو وڃي. تنهنجي وارن جي واس ونڻ لاءِ جبرئيل به لهي اچي ٿو. تنهنجي نيڻن جي ڪوملتا ڪي ڏسي پيچ پنيءَ جا تل ۽ ترايون ياد اچيو وڃن. تنهنجي اُرهن ڪي ڪوهيڙي جي ڏنڌ ۾ ويڙهيل ٽڪرين جون چوٽيون ذهن ۾ هونديون آهن ۽ هڪ پراڻي تشبيهه ذهن ۾ ايندي آهي ته گلاب جي هنن گلن ۾ به پؤنر ويهي انهن جو واس وٺي رهيا آهن. تنهنجي ڪلڻ تي مور پنهنجا ٺهوڪا وساري چڏيندو آهي. تنهنجي مرڪڻ سان سڄي سنڌ پرهه جي روشنيءَ سان پالوٺجي ويندي آهي. تون ڳالهائيندي آهين ته تنهنجي آواز سان يزدان جي دل ۾ اڌما اٿندا آهن. توت منهنجي محبت آهين، توتان منهنجو سڀ ڪجهه قربان، پر اي منهنجي ماڪ جي ڦڙن جهڙي ۽ مقدس محبت، تون به سنڌ تان قربان.

ٿري چوٽي آهي: گل جي خوشبوءِ نڪ تائين مڙسن جي خوشبوءِ ملڪن تائين.

هن چوٽيءَ ۾ جيڪو اختصار ۽ ڀرپور مفهوم آهي، سو شايد پنهنجو مٽ پاڻ آهي. پر گل جي خوشبوءِ ڇا رڳو نڪ تائين محدود هوندي آهي ۽ ان خوشبوءِ مان صرف نڪ ئي لذت حاصل ڪري سگهي ٿو. نه، پر گل جي خوشبوءِ نڪ کان وڌي دل ۽ دماغ تائين پهچي ٿي. انساني نس نس ۾ واس اوتيو مڙسن ۽ عورتن کي امنگن سان ڀريو ڇڏي. جنهن جي نتيجي ۾ داستان، قصا، ڪهاڻيون ۽ لوڪ رس جون آکاڻيون جنم وٺن ٿيون. انڪري گل جي خوشبوءِ رڳو نڪ تائين نه پر جسم ۽ جان جي ذري ذري تائين هوندي آهي. پر اجا خوشبوءِ ڇاهي مڙساڻين چوڻن جي صورت ۾ هجي يا لفظن ۽ همت جي روپ ۾، زمان ۽ مڪان جون سرحدون لتاڙي صدين تائين نه بلڪ تاريخ جي اڻ ڳڻين ورهين تائين مڙسن جي دلين کي واسيندي رهندي آهي.

ڪير ٿو چوي ته ڏاهر ۽ دودي، دريا خان ۽ هيمون

ڪالاڻي، هوشو ۽ ننگر جي ڪردار جي خوشبوءِ يا نهرو ۽ ناصر، ڪاسترو ۽ هوچي منه جي خوشبوءِ رڳو هڪ زماني، هڪ صديءَ تائين پکڙيل رهي يا رهندي. نه، پر اها تاريخ جي ڳاٽيڻي ڪان وڏيڪ ورهين تائين دنيا کي واسيندي رهندي.

آئون جنگ جو ويري آهيان، مونکي جنگ کان نفرت آهي. منهنجي اها خواهش آهي ته هر اهو ڪارخانو تباهه ٿئي، جنهن ۾ ڪائي گولي، ڪوئي بارود ۽ ڪوئي ٻارڻ ٺهي ٿو ۽ شل اهو سولجر موٽي پنهنجي ماءُ جو منهن نه ڏسي سگهي، جنهن ڪنهن حياتيءَ جي ڏيئي کي گل ڪرڻ لاءِ ڪلهي ۾ بندوق کنئي آهي. ان ڪري جو مونکي حياتيءَ سان پيار آهي. مونکي سُندر سپني سان پيار آهي. مونکي ڪيتن جي خوشبوءِ، هاريءَ جي پورهئي هاڻي جسم سان پيار آهي. مونکي سهاڳڻ جي سهاڳ، ڪنواري بدن جي ڪوملتا ۽ چنچلتا سان پيار آهي. آئون چاهيان ٿو ته جوانن جا سگهه پريا ڏونرا سلامت رهن، سوچيندڙ دماغن مان سرهي ۽ سدا ملوڪ سوچ جا سلا ڦٽندا رهن. منهنجي تمنا آهي ته ڪنهن ماءُ جي اکين مان ڳوڙها نه ڪرن غم ۽ اندوهه جا، ۽ منهنجي چاهنا آهي ته هيءَ ڪائنات جيڪا سندرتا سان، ٺهڪن ۽ مرڪن سان، رسڻ ۽ پرچڻ جي لمحاتي ڪيفيتن سان ٺمٺار ۽ خوبصورت آهي. جنهن ۾ اجا جيتوڻيڪ بک آهي، بيماري آهي، جسمن جا سودا آهن، ضميرن جي خريد ۽ فروخت آهي، علم ۽ عقل تي ڏنڊي ۽ دولت جي بالادستي

آهي. ان مان اهي سپ ڪوجهايون دور ٿين چوته اهي هن خوبصورت دنيا جي چهري تي بدنما داغ وانگر آهن. پوءِ اسان هن ڪائنات جا پُٽ ۽ ڌيئون گڏجي ڪائنات جي چهري تان اهي داغ ڌوئي صاف ڪريون. پر ڪائنات ڪي رت ۽ باهه جو ڍير ٿيڻ نه ڏيون.

زندگي، آزادي ۽ محبت، انسان جا بنيادي حق آهن. ۽ اهي ايترائي پراڻا آهن جيتري انساني تهذيب جي قدامت ۽ ايترائي ابدي آهن جيتري هيءَ ڪائنات. جيڪو به ماڻهو ڪنهن کي زندگيءَ کان محروم ڪري ٿو سو حقيقت ۾ زندگيءَ جي مزي کان ئي واقف ناهي. زندگي ڪنهن به روپ ۾ هجي، پوءِ به ڏاڍي پياري آهي. اهوئي سبب آهي جو اياز چيو هو ته، ”توڙي هجي لولو لڱو پوءِ به مئي وليءَ کان ڪتو چڱو.“ آزادي اهو حق آهي. هن ڪائنات جي ذري ذري ۾ پنهنجا جلوا پسائيندو ٿو رهي. گل آزاد آهي ته ان جو رنگ ۽ روپ پيو آهي. بادل آزاد آهن ته انهن جي ريکائن ۽ چالُن جي حالت ئي ٻي هوندي آهي ۽ ”انسان آزاد آهي“ ذهن ۾، ضمير ۾، پورهئي ۾ ۽ پيشي جي چونڊ ۾ ته پوءِ اهو خالق نه پر احسن الخالقين ۾ شامل ٿيو وڃي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ٿامس جيفرسن (Thomas Jefferson) چيو هو ته، ”مونکي جيڪڏهن پوري دنيا سان وڙهڻو پوي رڳو ان لاءِ ته دنيا ۾ باقي رڳو هڪ مرد ۽ هڪ

عورت بچندا جيڪي آزاد هوندا، هن معنيٰ ۾ ته عورت جي مرد تي ۽ مرد جي عورت تي حاڪميت ۽ بالادستي نه رهندي. پاڻ ۾ محبت ڪندا، هن معنيٰ ۾ ته ٻنهي جي محبت رڳو مسرت جي تلاش ۽ تخليق جي عمل لاءِ هوندي ته پوءِ آزاديءَ جا دشمنؤ، اي پيار تي پهرا وهاريندڙؤ ۽ حياتيءَ جا ويريو آئون انهي عورت ۽ مرد جي حياتي، آزادي ۽ محبت لاءِ سموري دنيا سان وڙهڻ لاءِ تيار آهيان.“

هڪ جلسي ۾ ڪي نوجوان ڪِليا ۽ ٿهڪ ڏنائون، اسٽيج تي ويٺل جاهل مقرر جنهن کي اها خبر ئي ڪانه هئي ته زندگيءَ سان ڀرپور ٽهڪ ڪان وڌيڪ ڪا ٻي شيءِ قيمتي ڪانهي. ٽهڪ جن ۾ مورن جو ناچ هوندو آهي. ٽهڪ جن ۾ هرڻ جي چال ۽ هرڻيءَ جي گهُور هوندي آهي. ٽهڪ جن ۾ ٻاڳين جي مٺاس ۽ سانوري شام جي ٿلين جو رس هوندو آهي، سي ته ڪائنات جي وڏي وٽ هوندا آهن. جڏهن ڪائي عورت ٽهڪ ڏيندي آهي ته چڻ پوري ڪائنات موسيقيءَ جي سُرن سان گونججِي ويندي آهي ۽ جڏهن ڪوئي مرد خوشيءَ سان ٽهڪ ڏيندو آهي ته خدا سميت خدائي رقص ڪرڻ لڳندي آهي.

اهو ڪاوڙجي چوڻ لڳو ته ”شرم نه ٿو اچيو، ڪلو ٿا، اوهانکي ته مرڻ لاءِ سوچڻ گهرجي.“ ان تي مون چيو، ”اسان هتي موت جي منصوبا بندي لاءِ گڏ نه ٿيا آهيون پر زندگيءَ جي چاهتن سان ڀرپور حياتي ماڻڻ ۽ زنده رهڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون، جيڪو ماڻهو اسانکي موت جا مشورا ٿو ڏئي ان جي ذهنيت ۽ تارا مسيح جي ذهنيت ۾ ڪوبه فرق نه آهي. اسان تارا مسيح جا پوئلڳ نه پر پٽائيءَ جا

پوئلگ آهيون. اسان زندهه رهڻ لاءِ وڙهي رهيا آهيون ته جيئن اسان زندهه رهون. اسان جي قوم زندهه رهي. اسان هن ماتر ڀوميءَ کي جنت بڻائڻ لاءِ انهن ماڻهن کي ٿهڪ موٽائي ڏيڻ ۽ پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن جي دلين ۾ پيار جي پالوٽ ڪرڻ لاءِ جدوجهد پيا ڪريون. البته انهيءَ راهه ۾ جي موت سامهون آيو ته ان سان به مرڪي ملنداسين.“

ڪالهه هڪ دوست سان بحث ڪندي چيم ته، ”آئون موت جي سزا جي خلاف آهيان ڇوته اها سزا شعوري طرح انساني نسل کي ختم ڪرڻ جي هڪ ڪوشش آهي.“ ان تي وڪيل صاحب چيو، ”موت جي سزا ان ڪري ٿي ڏني وڃي جو هڪ ته موت جي سزا پائيندڙ ڪنهن جي حياتيءَ جو ڏيئو گل ڪري ايندو آهي ۽ ٻيو ته موت جي سزا سان ٻين ماڻهن ۾ خوف پيدا ٿئي ٿو ۽ اهي قتل ڪرڻ کان ڪيپائيندا رهندا. انڪان سواءِ اهو به سوچ ته قتل ڪندڙ ڪنهنجو سهاڳ لُٽي آيو هوندو. ڪنهنجون آسون ۽ اميدون ختم ڪري آيو هوندو، ڪنهنجي ڪومل ڳلن تي ڳوڙهن جون قطارون ۽ لڙڪن جو لارون ڇڏي آيو هوندو.“ مون چيو، ” اهو صحيح آهي ته قاتل ڪنهنجو سُهاڳ لُٽي آيو هوندو. ڪنهن جون آسون ۽ اميدون ختم ڪري آيو هوندو. پر ڇا قاتل کي ڦاسي ڏيڻ سان لٽيل سهاڳ موٽي ايندو آهي، لڙڪن جا نيسارا بند ٿي ويندا آهن ۽ ڪنهن وينگس جو ڪپهن ۾ ٺار ٺرندڙ بسترو گرم ٿي ويندو آهي، نه هرگز نه“ پر جڏهن توهان قاتل کي ڦاسيءَ تي ٿا چاڙهيو يا گولي ٿا هڻايو ته ڇا ٻيو سهاڳ نه لٽبو آهي؟ ڪي ٻيون آسون ۽ اميدون ختم نه

ٿينديون آهن. ڪن ٻين ڪيهه جهڙن ڳلن تي ڳوڙهن جون قطارون ۽ لڙڪن جون لارون پنهنجا نيسارا نه ٻڌائيندون آهن. ڪنهن ٻيءَ وينگس جو گرم بسترو ڪپاهن ۾ هوندي به ٺار نه ٺرندو. باقي جيستائين موت جي پڙ ڪري قتل کان ڪيپائڻ جو سوال آهي ته پوءِ توهان موت جي سزا جي ذريعي ڪيترا قتل روڪائي سگهيا آهيو. اڄ ڦاسي چڙهندڙن کان قتل ٿيندڙن جو تعداد وڌيڪ آهي.

حيدرآباد پريس ڪلب جي سبزه زار تي پوپٽن جهڙا جسم ۽ پؤنرن جي آوازن جهڙي چڻ پڻ هئي. لان ماڻهن سان سٽيل هو. انهن سڀني ماڻهن ۾ ڪامريڊ غلام حيدر جا شهپر، قلم ۽ چائنا بوسڪيءَ جو ڀَٽڪو سمن ۽ سومرن جي دور جي سوڍن جي ياد ڏياري رهيو هو. منهنجي پرسان ڪي چاتل سچاتل چهرا موجود هئا. آئون انهن جي چهرن تي گهذريل وقت جون ڪي يادگيريون ۽ پاچا ڳولي رهيو هوس ته اسٽيج تي ويٺل هن دور جي سڀ کان وڏي شاعر جو آواز گوجيو.

”سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽري جنرل مون کي هن تقريب لاءِ دعوت ڏني، تڏهن مون پهريون ته هن کي لنوايو چو ته مان ستن سالن کان ٻيءَ ڪنهن هڻ هٽان ۾ هوس.... مون ته اهو سارو وقت پل ٿي ٺاهي، انسان ۽ انسان جي وچ ۾، ابد ۽ ازل جي وچ ۾ هڪ پل.........
مون اڳ ئي چيو آهي ته مان به پنهنجي شاعريءَ ۾ هڪ اهڙي پل ٻڌائي رهيو هوس. انسان ۽ انسان جي وچ ۾، ازل ۽ ابد جي وچ ۾ ته تاج جويو آيو ۽ اچي منهنجي ڪم ۾ رخنو وڌائين. مون هن کي پهريون لنوايو پر پوءِ ڪجهه

سوچڻ لڳس، رڳو ڳاهڻ ته ضروري نه آهي، ڪجھ ڏاهڻ به ته ضروري آهي. هي ڪوڙ جو ڪوٽ، جو ڏينهن رات اکين ۾ کٽڪي رهيو آهي، اهو اُنهيءَ اڏاوت سان ڪيئن ميل کائيندو، جا مون جوڙي راس ڪئي آهي! هي اديب جيڪي ڪوڙ جي پاڙ پٽڻ چاهين ٿا، انهن لاءِ منهنجو ساٿ ضروري آهي. هائو مون کي اڳي وانگر انهن جو ساٿ ڏيڻو آهي. هائو انهيءَ ڪم کي اوليت آهي، اهو ڪم پنهنجيءَ جاءِ تي افضل آهي، اڄ مان ستن سالن کان پوءِ اوهان وٽ آهيان ۽ پانيان ٿو ته آخر تائين اوهان سان رهندس........“

اياز! اسان ۽ سنڌ توکي ڪڏهن نه وساريو هو ۽ نه وساري سگھنداسين، تنهنجي موٽڻ تي سموري سنڌ ماءُ پنهنجا ڪشادا پاڪر کولي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ٿي ۽ اسان تنهنجي شعر سان تنهنجي آجيان ڪريون ٿا.

”وڏا وڻ ڪيا نَـڙ، پلي آئين چارڻ!

جڏا جيءَ جاڳي، پيا او جيارا!“

هڪ پهاڪو آهي ته ”نپاڳو پُٽ پينگهي ۾ پڌرو، سمهار سنئون ته ڦري ٿئي اونڌو.“

ممڪن آهي ته ان پهاڪي جو مطلب اهو هجي ته ماڻهوءَ جي طبيعت ۽ لاڙا اڳتي هلي ڪهڙا ٿيندا، اها خبر ماڻهوءَ جي ننڍپڻ جي عادتن مان پوندي آهي. پر اسان اڄ جنهن دور ۾ زندگي پيا گذاريون، تنهن ۾ پُٽن جي پروڙ يا ته گولين جي وسڪارن ۾ ٿيندي آهي يا لوهي سِيخن جي پٺيان ڪال ڪوٺڙين ۾. ننڍي هوندي سنوان سمهندڙ به ڪيترا ميدان مان پڇيو وڃن يا جيل جي ديوارن جون سختيون نه سهي معافي ناما لکي ڏيئي پڇي ويندا آهن پر ڪيترا اونڌا سمهندڙ دنيا جا فاتح به بڻجي ويندا آهن، هتي نالا ڳڻائڻ جي ضرورت نه آهي.

ڪار ۾ وڃي رهيا هئاسين ۽ ٽيپ رڪارڊر تان حليم باغيءَ جي شاعريءَ جي ڪيسٽ هلي رهي هئي. منهنجي دوست مير دين محمد چيو ته يار بند ڪرينس. اها شاعري جنهن ۾ رڳو ڳوڙها آهن، رت اوڇارا آهن، نانگ جو سراپ آهي، آهون ۽ دانهون آهن. ڪا خوشيءَ جي، ڪا مُسرت جي ته ڳالهه ئي نه آهي. مون ڪيسٽ بند ڪري مير صاحب ڏانهن ڏسندي چيو: هن دور جي سياست ۽ هن دور جي سنڌ اسان کي ڇا ڏنو آهي؟ اسان جو ماڻهو ڪهڙي دور ۾ زندگي پيو گذاري، اهڙي حالت ۽ اهڙي ماحول ۾ جيڪڏهن توهان خوشي ۽ مسرت جي ڳولا ۾ آهيو ته پوءِ هليا وڃو سوئيزرلينڊ يا ڪنهن اهڙي ملڪ جتي ڏک نه هجي. هتي سنڌ ۾ جيستائين بُک، بيروزگاري ۽ لانگ بوٽ جو راڄ آهي، تيستائين هر سچي فنڪار جي قلم مان رتُ، ڳوڙها ۽ باهه ئي نڪرندا رهندا. جيڪو اڄ جي سنڌ ۾ مسرت جي ڳولا ۾ ۽ مسرت جا گيت ٿو ڳائي سو اکيون ٻوٽيو پيو هلي.

هڪ پنجابي دانشور مون کان پڇيو ته، ”جي- ايم- سيد پاڪستان سان غداري ڪري، ان کي چو ٿو ٽوڙڻ چاهي جڏهن ته هو ان جو خالق آهي.“

مون حيرت مان هن ڏانهن ڏسندي چيو ته، ”تون اهو مڃين ٿو ته جي-ايم- سيد پاڪستان جي خالقن مان آهي.“ هن چيو، ”ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي، پوري تاريخ پري پيئي آهي انهيءَ ڳالهه سان.“

مون چيو، ”الله هن ڪائنات جو خالق آهي، انسان جو خالق آهي: پوءِ اهو الله هن ڪائنات جي سرشتي ۾ تبديليون ڪندو رهندو آهي. ڪڏهن معصوم ٻار کي ماري ڇڏيندو آهي ۽ ڪڏهن زندگيءَ سان ڀرپور جوانيءَ کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي. پر اهڙن ڪمن تي به الله تعاليٰ کي ڪنهن ايئين نه چيو آهي ته اهو غداري پيو ڪري، اهو ان ڪري جو هو خالق آهي ۽ خالق کي پنهنجيءَ تخليق ۾ تبديليءَ جو هر ڪو حق هوندو آهي. هڪ مصور پنهنجي تصوير ۾ ڏينهن ۾ ڏهه ڀيرا تبديلي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ان کي ڦاڙي ڇڏيندو آهي، پر اهو

سندس حق آهي. جي- ايم- سيد به پاڪستان جي خالقن مان آهي، ان کي هر ڪو حق آهي ته ان جي نقشي ۾ گهربل تبديليون ڪري ۽ جي وڏيس ته ان کي ٽوڙي ڇڏي. جناح صاحب ڪئبينيٽ پلان قبول ڪري پاڪستان تان هٿ کڻي سگهي ٿو ته پوءِ جي- ايم- سيد کي اهو حق چونه آهي ته هو سنڌ خاطر پاڪستان تان هٿ کڻي وجي.“

جيڪي ملڪ غلام هوندا آهن، اتي محڪوم قوم ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو هوندا آهن. هڪ اُهي جيڪي حاڪمن سان گڏ هوندا آهن. صلاحڪارن يا سندن مُهرن جي جي حيثيت ۾ ۽ ٻيا اُهي آهن جيڪي پنهنجي ملڪ جي آزادي ۽ حريت لاءِ جدوجهد ڪندا آهن، وڙهندا آهن، قربانيون ڏيندا آهن ۽ انهيءَ راهه ۾ مري کپي به ويندا آهن. حاڪم ٽولا اهڙن آزاديءَ جي مجاهدن کي غدار سڏيندا آهن. پر حقيقت ۾ محڪوم قومن جي ماڻهن وٽ اُهي غدار هوندا آهن، جيڪي حاڪمن جو ساٿ ڏيو ويٺا هوندا آهن يا حاڪم قوم جا صلاحڪار هوندا آهن يا حاڪم قوم جي حاڪميت برقرار رکڻ لاءِ دليل ڏيندا آهن ۽ حاڪم قوم جي دلال طور ڪم ڪندا آهن.

اي سنڌ واسيو ! غدار اُهي آهن جيڪي سنڌ جا معاشي وسيلا ڌارين جي حوالي ڪن ٿا. غدار آهن اُهي مڙيئي، جيڪي مارڪسزم ۽ لينن ازم کي سنڌ جي غلاميءَ مضبوط ڪرڻ

لاءِ ڪتب آڻين ٿا. غدار آهن اُهي هڙيئي جيڪي وڏي ۽ ننڍي پاءُ جي حوالن ۽ پنجاب جي مظلوم عوام جي ناتي سان سنڌ کي پنجاب وٽ گروي رکڻ چاهين ٿا. پوءِ انهن ۾ ڪٽي کهڙا به مقدس نالا چونه اچن ۽ ڪيڏا به وڏا ليڊر اُن صِف ۾ شامل چونه هجن. پر غدار ۽ دشمن ۾ فرق آهي. غدار پنهنجي قوم مان هوندو آهي ۽ دشمن ٻاهريون ڌاريون ۽ قابض. گهڻو ڪري غدار جي سزا جو فيصلو قوم کي آزاديءَ ملندي يا آزاديءَ کان پوءِ ڪرڻو پوندو آهي ۽ غداريءَ مطابق سزا ڏني ويندي آهي. پر دشمن لاءِ ته تاريخ طئي ڪري ڇڏيو آهي ته ان کي ڌرتيءَ تان ڌڪي ڪڍڻو آهي. ان جو اهو ئي وڏي ۾ وڏو ڏوهه ۽ جُرم آهي جو هن قوم کي غلام بڻايو آهي، غلام بڻائيندڙ لاءِ هر سزا جائز آهي.

# 42

پنجاب اسان جو وڏو پاءُ نه آهي. تاريخي ۽ پيدائشي لحاظ سان اسان سنڌي آڳاٽا ۽ الڳ آهيون. تاريخي طرح ڪڏهن به اسان رضامنديءَ سان گڏجي پائرن وانگر نه رهيا آهيون. هن اسان سان ته ٺهيو پر دنيا جي ڪنهن به قوم سان پائرن وارو برتاءُ نه ڪيو آهي. يورپ، آفريڪا ۽ ايشيا جو هر علائقو جتي پنجاب پهتو آهي، پوءِ انگريز آرميءَ ۾ سولجر جي حيثيت سان، بيري جي حيثيت سان، واپاريءَ جي ڊينگ سان، هاريءَ جي رُوپ ۾، پڙوي ۽ رنڊيءَ جي رُوپ ۾، سو پنجاب جو ڏنگيل آهي ۽ اُن کان دانهون ڪوڪون ٿو ڪري. چوته پنجابي پائرن وانگر رهڻ سِکيو ئي نه آهي، پنجاب جڏهن سنڌ سان گڏ هو ته عظيم چَچ ۽ ڏاهر جي تلوار جي ڪري اسان سنڌين جو پُٽ ٿيو ويٺو هو نه ڪي پاءُ.

ان ڪري اي لوڪو! اسان انڪار ٿا ڪريون ته پنجابي اسان جو پاءُ آهي، هو اسان مان نه آهي. اڄ اسان تي زوريءَ قبضو ڪيو ويٺو آهي ۽ اسان اُن ڪوشش ۾ آهيون ته ڪيس پائرن وانگر رهڻ سيکاريون. پر اهو ڪم

مون کي ڏاڍو ڏکيو لڳي رهيو آهي ۽ ماڻهو پنجاب مان ايڏا بيزار آهن جو اُنهن کي پنجابي عورتن ۾ به سونهن نظر نه ٿي اچي.

هڪ پيري مون تقرير ڪندي چيو ته، ”جڏهن ڌاريون ماڻهو پنهنجي مُلڪ ۾ ويٺو آهي ته اسان کي سندس رهڻيءَ ڪهڻيءَ تي ڪوبه اعتراض نه آهي. پر جڏهن هو پنهنجو مُلڪ ڇڏي ڪنهن ٻئي ملڪ تي قبضو ٿو ڪري ته پوءِ اهو غاصب، ظالم ۽ بدمعاش آهي، جيئن هڪ عورت آهي سا جڏهن پنهنجي گهر ۾ وَر سان گڏ هوندي آهي ته سُهاڳڻ سڏبي آهي. پر اهائي ساڳي عورت جڏهن پنهنجو گهر ۽ وَر ڇڏي بازار ۾ اچي ويهندي آهي ته اها رنڊي، وئشيا ۽ فاحشه سڏبي آهي. ساڳي طرح جيڪڏهن پنجابي پنجاب ۾ ويٺو رهي ۽ اُتي جي چوڌري ۽ فوجي جنرل جي خلاف جدوجهد ڪري ته پوءِ اسان ان کي ايئين سلام ڪنداسين جيئن ڀڳت سنگهه ۽ عطاءُالله شاهه بخاريءَ کي سلام ٿا ڪريون. پر جڏهن اهو پنجابي سنڌ جي سرحد ۾ داخل ٿئي ٿو ته پوءِ اسان لاءِ قابل نفرت آهي، هلاڪو آهي، هٽلر آهي، چنگيز آهي.“ تقرير کان پوءِ منهنجو دوست چوڻ لڳو ته، ”تو عورت وارو مثال غلط ڏنو، ڇوته سهاڳڻ ۽ رنڊيءَ جي جسماني عمل ۾ ته ڪوبه فرق ڪونهي. باقي سهاڳڻ پنهنجو جسم ٿوري قيمت ۾ ڪن لفظن جي آڌار تي هڪ مرد جي حوالي

ڪري ٿي ۽ وئشيا پنهنجي جسم جي پرپور قيمت وصول ڪري ٿي، جيڪو سندس حق آهي. “ آئون حيران ٿي دوست ڏانهن ڏسندو رهيس

هڪ ڪامريڊ بحث ڪندي چيو ته، ” اوهان هروپرو پنجاب جي پٺيان هٿ ڌوئي اچي پيا آهيو. جڏهن ته پنجاب ۾ به مظلوم ماڻهو آهن ۽ محڪوم طبقا آهن. ضرورت هن ڳالھ جي آهي ته انهن سان جمهوريت جي جدوجهد لاءِ گڏجي محاذ ٺاهڻ گهرجي. “ مون انتهائي ادب سان چيو ته، ” تنهنجي گفتگو ٻڌي آئون محسوس ٿو ڪريان ته هن علائقي جو ڪامريڊ ذهني طرح سُنڌ ٻڌجي ويو آهي. هن ۾ تخليقي مسئلا سمجهڻ ۽ انهن جي سلجهاءَ جي صلاحيت ئي نه رهي آهي، ڇوته توکي معلوم هئڻ کپي ته هر حاڪم ۽ سامراجي قوم ۾ به مظلوم ۽ محڪوم طبقا ٿيندا آهن. جيئن آمريڪا اڄ دنيا جو سامراجي امام آهي ته اتي به مظلوم ۽ محڪوم طبقا موجود آهن. پر انهن طبقن جي موجودگيءَ جي ڪري ڪو آمريڪا جو سامراجي ڪردار تبديل نٿو ٿي سگهي ۽ نه ئي هوچي منھ انهن طبقن سان وچي هڪ جهنڊي هيٺ ڪو جمهوري فرنٽ ٺاهيو هو.

ساڳيءَ طرح جڏهن الجزائر، فرانس جو غلام هو ۽ هندوستان برطانيه جو ته ان وقت به فرانس ۽ برطانيه ۾

محڪوم ۽ مظلوم طبقا موجود هئا. ساڳيءَ طرح محڪوم ۽ غلام قوم ۾ به ڪي فرد ۽ ٽولا حاڪمن جا ساٿاري ۽ حڪومت ۾ دلال طور شريڪ هوندا آهن، جيئن الجزائر جا شيخ ۽ هندوستان جا راجا ۽ سيٺ، فرينچ ۽ برطانوي اسيمبلين جا ميمبر به هوندا هئا پر انهيءَ جي باوجود الجزائري ۽ هندي مجاهدن نه پنهنجي آزاديءَ تان هٿ ڪنيو ۽ نه وري حاڪمن جي محڪوم طبقن سان گڏجي ڪا پارٽي ٺاهيائون. اڄ سنڌ به غلام ۽ محڪوم آهي پنجاب وٽ، ۽ حاڪم ۽ قابض پنجاب ۾ به محڪوم ۽ مظلوم طبقا موجود آهن ۽ غلام سنڌ ۾ به ڪي ڏُريون ۽ ٽولا سرنديءَ وارا ۽ حاڪمن جا ساٿاري آهن. حاڪمن طرفان جوڙيل ادارن ۾ موجود آهن، پر انهن جي هتي موجودگيءَ سان سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙن لاءِ پنجاب جي مظلوم ۽ محڪوم طبقن سان يا اديبن ۽ دانشورن سان هڪ جهنڊي ۽ نعري هيٺ ڪنهن گڏيل محاذ ٺاهڻ جو جواز پيدا ئي نٿو ٿئي.

جڏهن ڪائي قوم غلام بڻجي ويندي آهي ته ان وقت ان ۾ صرف هڪ ئي طبقو هوندو آهي غلامن جو، ٻيا سڀ طبقاتي تضاد غلاميءَ جي موجودگيءَ تائين دٻجي ويندا آهن.

(مائوزي تنگ)

اي آزادي! تون حاصل ٿيڻ کان اڳ تنهنجي لاءِ جدوجهد ڪندڙن لاءِ ڏائڻ بڻجي ويندي آهين. پر حاصل ٿيڻ کان پوءِ سموري قوم لاءِ پرِي، محبوبه ۽ زندگيءَ جي مسرتن سان ڀرپور گيت بڻجي ويندي آهين. پر جن به تنهنجو خواب ڏٺو آهي تن لاءِ ته تون انڌار پونرن ۾ به چيٿ جو چنڊ هوندي آهين ۽ ڦاسيءَ گهاٽ ۾ انبلٿ ريڪائون ٿي ايندي آهين.

مهاجرن جڏهن پاڪستاني ۽ اسلامي قوميت کان انڪار ڪيو ته اسان ان ڪي سٺو سوڻ سمجهيوسين. خصوصاً هنن جو پنجاب سان تضاد ۾ اچڻ. اسان هنن جي حمايت به ڪئي ۽ هنن ڪي پنهنجن جلسن ۾ گهرايوسين. پر ان حيثيت ۾ ته اهي سنڌي آهن ۽ سنڌي قوم جو حصو جيڪو اردو ڳالهائي ٿو. اسان هنن تي هي واضح ڪرڻ گهرون ٿا ته اُهي اِهو طئي ڪن ته اهي سنڌ ۾ لُٽِجي آيا آهن ۽ اڄ اسان جا پائر آهن يا هو فاتح آهن ۽ ڪن شهرن ۾ ٿائر ساڙي سنڌين تي حڪومت ڪرڻ ٿا چاهين. جيڪڏهن هو اسان جا پائر آهن ته پوءِ اسان جي شهرن جا نالا بدلائڻ بند ڪن ۽ هر مسئلي ۾ اسان سان سهڪار ڪن. پر جيڪڏهن فاتح آهن ته پوءِ ڪين ياد رکڻ گهرجي ته سنڌ ۾ گهڻا فاتح ٿي آيا، شهرن جا نالا به مٽايائون پر اڄ انهن جي قبرن جو نشان به ڪونه ٿو ملي ۽ جن جون قبرون ۽ مقبرا آهن، تن تي ڪُتا پيشاب ڪن ٿا ۽ گڏهه لِڏون لاهين ٿا ۽ سرزمين سنڌ جي مٽي تمام وڏن وڏن فاتحن جي لشڪرن ڪي ڳِڙڪائي ويئي آهي ۽ جيڪي هتي جا چاوا ٿي رهيا سي اڄ به هزارين ورهيه گذرڻ جي باوجود موجود آهن. ڏيوجي ۽ ملجي جي صورت ۾ ۽ موجود

رهندا باوقار طريقي سان مستقبل جي سنڌ ۾، جيڪا آزاد ۽ پاڻپري هوندي. اها مون کي پڪ آهي. ان ڪري پناهگيرن کي پنهنجي دماغن مان اجائي ٺانءِ ڦون ڪڍي ڇڏڻ گهرجي.

هڪ ڪامريڊ مون کي چيو، ”اوهان غلط آهيو ۽ هميشہ غلطيون ڪندا آيا آهيو چوته 1969ع ۾ اسان (نام نهاد ڪميونسٽن) مهاجرن سان اتحاد پئي ڪيو تڏهن توهان مخالفت ڪئي ۽ اڄ انهن کي پنهنجن جلسن ۾ گهرايو ٿا.“ مون اڄرج مان هن ڏانهن ڏسندي چيو ته، ”جڏهن توهان هنن جا پڇ لٽڪائو ٿي هليا پئي ان وقت مهاجرن ون يونٽ جي حمايت ۾ بک هڙتالون پئي ڪيون- مسلم قوم جي تصور کي سجدا پئي ڪيا- پنجاب کي محافظ ملت پئي سمجهيائون. ملڪي سياست کي مذهب جي تابع ڪري هلائڻ جي ڪوشش پئي ڪيائون. ان وقت توهان هنن سان گڏجڻ جون صلاحون پئي ڪيون. تڏهن اسان انهن جي لاڙن جي مخالفت ڪئي ۽ اڄ جڏهن اهي مسلم قوميت جي تصور تان دستبردار ٿي چڪا آهن. نظريه پاڪستان هنن لاءِ ديو مالائي ڏند ڪٿا بڻجي ويو آهي، سياست مان مذهب کي بيدخل ڪرڻ جون ڪوششون ٿا ڪن ۽ سنڌ مان پنجابي حاڪميت جي پاڙ پَٽڻ لاءِ جدوجهد ٿا ڪن. ان وقت اهي اسان جي نظريي ۽ خيال کي ويجها آهن. ان ڪري اسان هنن کي پاڻ وٽ گهرايون ٿا ۽ توهان مخالفت ڪري اڻ سڌيءَ طرح پنجاب جي

دلال وارو ڪردار ادا ڪريو ٿا ۽ توهان کي معروضي حالتن جي تبديلين جي ڪابه خبر نٿي پوي. ان ڪري توهان غلط آهيو ۽ اسان صحيح آهيون.“

آئون مارڪسوادي آهيان. آئون انهيءَ پوڙهي جرمن جي چرنن ۾ پنهنجو سِيس نمايان ٿو. جنهن نظرياتي طرح محنت کي سرمايي کان وڌيڪ باعزت ۽ باوقار سڏي انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو مسڪين ۽ پورهيت کي اهو سيڪاريو ته هيءَ ڪائنات جي خوبصورتي ۽ ان ۾ شين جي هيءَ جوڙجڪ تنهنجن ئي هٿن ۽ ذهنن جو ڪارنامو آهي. ان ڪري هن دنيا تي حڪومت ڪرڻ تنهنجو حق آهي، چو ته تون گهڻائيءَ ۾ آهين.

آئون مارڪسوادي آهيان انڪري ته هن اهو ٻڌايو ته آزاديءَ جو حق هر قوم جو پيدائشي حق آهي. ان کي ڪنهن نعري، نظريي يا نظام جي ڪري ختم نه ٿو ڪري سگهجي. آئون ان ڪري به مارڪسوادي آهيان جو هن پهريون ڀيرو قومن ۽ طبقن جي نه صرف ڳالهه ڪئي پر انهن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو. آئون محنت کي عظمت بخشيندڙ، قومن جي آزاديءَ جي حق کي عالمي للڪار جي صورت ڏيندڙ ۽ پورهئي ۽ پيار تي پهرا ڏيندڙ چوڪيدارن جون گلون لاهڻ جون اپيلون ڪندڙ ان پوڙهي جرمن کي سلام ٿو ڪريان، جنهن اهو

چئي پاڙ تان هر قسم جي اجارہ داري ختم ڪري ڇڏي هئي ته آئون جيڪي ڪجھ چئي رهيو آهيان، سا ڪا جامد شئي نه آهي پر ان ۾ وقت ۽ زماني سان گڏ تبديليون ۽ ترميمون ٿينديون رهنديون، پر ڦٽڪار آهي انهن تي جيڪي انهيءَ پوڙهي جرمن جي لکڻيءَ کي جامد، غير متحرڪ ۽ اٽل سمجهيو ويٺا آهن.

هڪ ڪامريڊ بحث ڪندي چيو ته اوهان جيئي سنڌ وارا جمهوري جدوجهد ۾ شريڪ نه ٿا ٿيو ۽ وسيع تر جمهوري محاذ ۾ شريڪ نه ٿا ٿيو جيڪو سامراج دشمن آهي يعني ايم- آر- ڊي. مون کيس چيو ته توکي خبر آهي ته مارڪسي نقطئه نظر مطابق جمهوريت ڇا آهي. هن چيو ته تقرير ۽ تحرير جي آزادي، جلسي جلوس جي آزادي، ووٽ ڏيڻ ۽ جماعت ٺاهڻ جي آزادي.

ڇيم ته جمهوريت جي اِها به معنيٰ آهي ۽ هيءَ به معنيٰ آهي ته، **”عوام جي حڪومت، عوام ذريعي، عوام لاءِ.“** پر مارڪس وٽ جمهوري جدوجهد يا جمهوريت جي معنيٰ آهي فيوڊلزم (FEUDALISM)جي مخالفت ۽ فيوڊلزم (جاگيرداريت) جي پاڙ اُکوڙڻ ڇوته يورپ ۾ جمهوريت انهيءَ اداري جي خاتمي سان آئي هئي. هاڻي تون ئي ٻڌاءِ ته جنهن فرنٽ يا جمهوري محاذ ۾ هر قسم جو فيوڊلسٽ ۽ لينڊ لارڊ ويٺو آهي، اهو ڪهڙي قسم جي جمهوريت آڻيندو، جيڪو جاگيردار پنهنجي سامهون هاريءَ کي کٽ ۽

ڪرسيءَ تي ويهڻ نه ٿو ڏئي، سو عوام کي ڪهڙي قسم جي جمهوريت ڏيندو. اهو انهيءَ فرنٽ ۾ ويهي اليڪشن جي ڳالهه ٿو ڪري، رڳو انهيءَ لاءِ ته اسيمبليءَ ۾ چونڊجي وڃي ته جيئن ضلع جي عملدارن ۽ پاڻ جيڏن ۽ جهڙن پين وڏيرن تي رعب ۽ لئه رکي سگهجي. اهو آهي توهان جي انهيءَ جمهوري جدوجهد جو مقصد جنهن کي توهان هن وڏيرڪي سماج ۾ آڻي ٿا گهرو ته جيئن هڪڙن وڏيرن کي اقتدار تان لاهي پين کي انهيءَ ڪرسيءَ تي آڻي سگهجي. پوءِ چيم ته، "مارڪس وٺ نيشنلزم جو مطلب آهي سامراج جي هر شڪل ۽ صورت جي مخالفت، مزاحمت، ان جي گرفت مان قومن جي آزادي ۽ سامراج جو پوريءَ ريت خاتمو، هر قومي آزاديءَ جي تحريڪ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ سامراج دشمن هوندي آهي ۽ اها سامراج جي تمام ٻگهي چار جي ڪنهن ڪنڊ پاسي کي ضرور ٽوڙيندي آهي. پر جنهن محاذ ۾ تون ويٺو آهين اهو ته رڳو وڏي سامراج جو دلال آهي،

پر ان وڏي سامراج جيڪي پلونگڙا ڇڏيا آهن تن جو محافظ آهي ۽ قومي آزادين جو دشمن پڻ. جڏهن ته اسان نيشنلزم (قومپرستيءَ) جي تحريڪ هلائي رهيا آهيون، جيڪا سامراج دشمن به آهي ته جاگيرداريءَ جي اثرن کان پاڪ پڻ. ڇو ته، هر قومي آزاديءَ جي تحريڪ دانشور، وچولو ڪلاس ۽ قومي سرمائيدار هلائيندو آهي ۽ اهي عنصر جمهوريت جا ٿنڀا آهن. هاڻي تون ئي ٻڌاءِ ته سامراج دوست ۽ جمهوريت دشمن تون آهين يا آئون، جيڪو ڪنهن به اهڙي محاذ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار نه آهيان، جيڪو قومن جي آزاديءَ جو دشمن آهي، جيڪو صرف ووٽ وٺڻ جو ذريعو آهي، جيڪو هن علائقي ۾ وڏي سامراج جو دلال، جاسوس ۽ ان جي پلونگڙن جو محافظ، نظرداري

ڪندڙ، پالي پوسي وڏيڪ رت پياڪ رهزن ۽ قومن جو قاتل بڻائيندڙ آهي. اسان اڄ شعور جي انهيءَ منزل تي پهتا آهيون جو اهي دَلبا اسان کي پنهنجي منزل تان هٽائي نه ٿا سگهن.“

مون چيو ته آئون ماڪسوادي آهيان جو هن قومن جي آزاديءَ جي نه رڳو ڳالھ ڪئي آهي پر وڏي جرئت سان پنهنجي قوم جي انهن قدمن جي مذمت ڪئي، جن جي ذريعي سندس قوم ٻين قومن کي غلام ٿي بڻايو ۽ چيائين ته، ”**جيڪي قومون ٻين قومن کي غلام بڻائينديون آهن سي خود غلام بڻجي وينديون آهن.** “ پر جيڪڏهن مارڪس اهو نه چوي ها ته پوءِ ڇا قومون پنهنجين آزادين تان هٿ کڻي وڃن ها. منهنجي قوم جي تاريخ آزاديءَ جي جدوجهد سان ڀريل ۽ شهيدن جي ريٽي رت سان ان جا صفحا شفق رنگ آهن. ڏاهر آزاديءَ لاءِ وڙهيو، دودو آزاديءَ لاءِ وڙهيو ۽ پنهنجي ڪَھول سميت ڪُسجي ويو. دريا خان، هو سامهون مڪليءَ جي هنج ۾ سُتو پيو آهي پنهنجي رت هاڻي جسم سان صبح آزاديءَ جي انتظار ۾.

هو جهوڪ جا جهر جهنگ جرڪي رهيا آهن آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ شاهه عنايت شهيد ۽ ان جي حق پرست ساٿين جي لهوءَ جي ڏيئن سان. مياڻيءَ جي ميدان ۾ هوشوءَ جو

نعرو اڄ به نيپيئر جي روح کي ڪنبائي رهيو آهي. ڪارونجهر جي ڪور تي مور جي رَڙ جي روپ ۾ روپلي جو آواز اڄ به گوري ۽ ان جي جانشين جي هانوَ ۾ خنجر وانگر ٿُنبجي رهيو آهي. ڇا اهي سڀ آزاديءَ لاءِ ان ڪري وڙهيا هئا جو انهن مارڪس پڙهيو هيو. نه هرگز نه- اهي سڀ پنهنجي قوم جي شان ۽ مانَ مٿي رکڻ لاءِ وڙهيا هئا، حق تي هئا، تاريخ جي زندگي هئا ۽ قومن جي ضمير جي زندگيءَ جا ضامن هئا. اسان لاءِ اهي هر سچائيءَ کان وڏيڪ سچائي هئا.

تازو مهاجر قومي تحريڪ جي اڳواڻ چيو آهي ته آئون سڀ ڪجھ مڃائي سگھان ٿو، هاڻي مون کي لاشن جي پرواهه ناهي ڇوته مون گھڻا لاش ڏٺا آهن- هن جو اشارو تازن فسادن ۾ مري ويلن ماڻهن ڏانهن هو.

مهاجر ليڊر جي بيانن ۽ تقريرن مان ايئين معلوم ٿو ٿئي ته هن جو دماغ شهري ماڻهن جا هجوم ڏسي ڪجھ بنھ مٿيرو ٿي ويو آهي- هو جيڪي ڌمڪيون ۽ مطالبا پيش پيو ڪري انهن جو رخ پنجاب سان گڏوگڏ سنڌين ڏانهن به هجي ۽ انهن هجومن ۽ انهن ۾ مري ويل ماڻهن جي حوالي سان هُو سنڌين تي پنهنجي طاقت جو ڏاڪو ڄمائيندو هجي- پر ڪيس خبر هئڻ گھرجي ته جيڪا قوم هزارن سالن کان هن ڌرتيءَ تي رهندي آئي آهي اُن انهن هجومن کان به وڏا ۽ وڌيڪ خطرناڪ ڪٽڪ ڏٺا آهن ۽ اها رڳو دعائن، ڦيڻن، سڳن ڌاڳن جي سهاري تي اڄ ڏينهن تائين پنهنجي پوتي ۽ پڳ سلامت نه رکندي آئي آهي پر هن پنهنجي وجود ۽ پنهنجي ڌرتيءَ جي سلامتيءَ لاءِ لاشن جا ست ماڙ اڏيا آهن. هن پنهنجي ڏاهرن ۽ دودن، دريا خانن، ننگرن ۽ پونگرن، رٽملن ۽ سارنگن،

بلاولن ۽ حيدرن، هوشن ۽ هيمن جهڙا هزارين لاکيڻا لال پُٽ ڪُهايا آهن. هڪڙي هڪڙي ڏينهن ۾ وِيه وِيه هزار لاش پنهنجي سپوت پُٽن جا هن ڳائي وڄائي دفنايا آهن. اها قوم اروڙ ۽ روپا ماڙي، ٺلٺي ۽ ڪرڙي، مياڻي ۽ دبي، ننگر ۽ ساموئيءَ جي وارث آهي، جنهن پنهنجي ڌرتيءَ تي سؤ سؤ سالن تائين رت ۽ باهه جي راند ڏٺي آهي، جنهن پنهنجا ڪيت ۽ چيٽ رڪ جو ڍير بڻجندي ڏٺا آهن. جنهن سڪندر کان وٺي نيپيئر تائين فاتحن جو مقابلو ڪيو. جيڪا اڄ به لاکاٽ ۽ ٺوڙيءَ جا ميدان سينگاري سگهي ٿي. تنهن کي انهن هجومن ۽ فرقه وارانه فسادن جي ذريعي پنهنجي تاريخي حَقن، واسطن ۽ پنهنجي سرزمين تان نه بي دخل ڪري ٿو سگهجي ۽ نه ئي محڪومن ۽ غلامن واري زندگي گزارڻ تي مجبور ٿو ڪري سگهجي- جيڪڏهن ڪنهن مهاجر / پناهگير جي دماغ ۾ سنڌي قوم جي هي وقتي خاموشي ڏسي ڪا غلط فهمي پيدا ٿي هجي ته ان کي فوري طور اها پنهنجي دماغ مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي ۽ مڪليءَ جي قبرستان کي ڏسي وري ڏاهر ۽ دودي جي، دريا خان ۽ مخدوم بلاول جي اها سنڌ ڏسڻ گهرجي جيڪا ڪارونجهر کان ڪشمور تائين پڳ ۽ پوتيءَ واري، چلي ۽ ڏور واري،

لولين ۽ پرولين واري، لوڪ گيتن ۽ ڪيڏارن واري، سچل ۽ ساميءَ واري، ڀٽائي ۽ خليفي نبي بخش واري، شاهه عنايت ۽ مخدوم هنگوري واري سنڌ ڏسڻ گهرجي، جيڪا اڄ به سرمي، سيند ۽ شهپر جي موڙ سان موجود آهي، ڪوڙر ۽ ڪهاڙيءَ سان اڳتي وڌي رهي آهي.

فاضل راهوءَ جي چاليهي ۾ سنڌ جا هزارين پُٽ ۽ ڌيئرون موجود هئا. جنهن ۾ اهي به هئا، جيڪي ڪيترا ميل پنڌ ڪري سنڌ جي هن ڏورانهين علائقي ۾ پهتا هئا، انهن ۾ شاعر، اديب، عالم، فاضل، مقرر ۽ سگهڙ هئا ته اوسارا ۽ پار ڪڍڻ واريون ڪولهڻيون ۽ ڪولهي به موجود هئا، بروچ ۽ پٺاڻ هئا، سرائڪي ڳالهائيندڙ به هئا ته ٿري ۽ ڍاٽڪي ٻوليءَ وارا به هئا. انهيءَ ساري هجوم ۾ آئون اڪيلو مقرر هوس، جنهن کي اُن ۾ ڳالهائيندي روڪيو ويو ۽ **چيو ويو ته بس ڪر، جڏهن مون چيو ته فاضل جا حقيقي قاتل اُهي آهن، جن اڄ سنڌ جي سون ورني ڌرتي ۽ ان جي وسيلن تي قبضو ڪيو آهي.** مون کان پوءِ جڏهن ملڪ قاسم تقرير لاءِ آيو ته مون ڏٺو ته ان جي دامن تي فاضل جي رت جا ڇنڊا ۽ داغ ۽ زبان تي فاضل جي واکاڻ جا

ڪوڙا قصيدا هئا. ان وقت مون ڏٺو ته پليجي جي چهري تي سرهائي هئي ۽ هزارين ماڻهن جي دلين مان ۽ زبانن مان ملڪ قاسم جي خلاف نفرت جون ڇپيون پئي نڪتيون ۽ پليجو، ملڪ قاسم پنجاب جو هڪ رٽائرڊ فوجي آفيسر جيڪو ان قوم جي نمائندگي ڪري رهيو هو، جيڪا بلو ڪان فاضل تائين جي قاتل آهي ۽ انهن جي قتلن جي رت جا داغ ملڪ قاسم جي دامن تي هئا، تنهن کي پنهنجو پاءُ ڪوٺي رهيو هو ۽ هن جي ڪوڙن قصيدن تي ٻهڪيو پئي.

”فاضل منهنجا دوست! اي منهنجا وڇڙي ويل دوست! سياستدان ڪڏهن جلاد کان به وڌيڪ بي رحم بڻجي ويندو آهي.“

هڪ منهنجي دوست چيو ته سنڌي ماڻهو ايم- آر- ڊي جي تحريڪ ۾ تشدد تي چو لهي آيو، جڏهن ته ٻين صوبن ۾ اها تحريڪ (جيڪڏهن اتي اها تحريڪ موجود هئي) پر امن رهي.

مون هن کي ٻڌايو ته توکي معلوم هئڻ گهرجي ته سنڌي ماڻهو سڀ ڪجھ برداشت ڪري سگهي ٿو، پر دشمن جي گار ڪنهن به صورت ۾ سهڻ هن جي وس کان ٻاهر آهي، ۽ هو هميشہ گار جو جواب گار سان نه پر ڪهاڙيءَ جي وار سان ڏيندو آهي. ايم- آر- ڊي جي هلچل شروع ٿيڻ کان اڳ صدر پاڪستان سنڌ ۾ آيو هو ۽ هن گهڻو ڪري ميرپور خاص ۾ تقرير ڪندي چيو هو ته، ”سنڌي ماڻهو اجا به ست سال مارشل لا رکڻ ۾ نه رڳو خوش آهي پر ان جو پر زور مطالبو ۽ اصرار آهي ته اجا ست سال مارشل لا رهڻ گهرجي.“ فوجي جنتا جي حڪومت جي وجود سان سنڌين جي عشق واري ڳالھ سنڌين لاءِ سياسي گار هئي ۽ جڏهن تحريڪ شروع ٿي، تڏهن سنڌين انهيءَ سياسي گار جو جواب گار سان ڏيڻ بدران پنهنجي روايت پٽاندر ڪهاڙيءَ جي وار سان

ڏنو، اهڙيءَ ريت اها تحريڪ تشدد پسند تحريڪ ۾ بدلجي ويئي آهي. منهنجو انهن سياستدانن کي مشورو آهي، جيڪي محڪوم سنڌين ۽ حاڪمن کي پاءُ چوندا ٿا وتن، ته سنڌين کي سياسي گاريون نه ڏين ٻي صورت ۾ سنڌي ماڻهو هاڻي گار جو جواب گوليءَ سان ڏيڻ به سکي ويو آهي- قسم آهي امان الله وسطڙي جي رت جو ته اهو سچ آهي.

## جي- ايم- سيد:-

مون ڌرتيءَ تي اک کولڻ کان ٿورو ئي پوءِ پاڻ کي هن پوري ڪائنات ۾ اڪيلو، يتيم ۽ غلام ڏٺو. منهنجون هن سرزمين تي ٻارنهن پيڙهيون دفن ٿي چڪيون آهن. منهنجي هر پيڙهي غلاميءَ جي زندگيءَ کان انڪار پئي ڪيو آهي. ۽ پونءِ جي هر پِيندَ ۽ ڌرتيءَ جي هر ماٽهوءَ سان محبت منهنجي هر پيڙهيءَ جي سُتيءَ جي ڪير ۾ شامل رهي آهي. ان ڪري هن سرزمين تي جڏهن گوري قدم رکيو تڏهن به منهنجي پيڙهي مخدوم بلاول جي مريديءَ جو پرم رکندي گوري جي سلاميءَ کان انڪار ڪيو. جيتوڻيڪ ان جي نتيجي ۾ منهنجي خاندان کي ڪافي ڪجهه پوڳڻو پيو ۽ جائداد جي گهڻي حصي تان هٿ ڌوئڻا پيا. مون کي جيڪا جائداد ورثي ۾ ملي سا هڪ مادي هئي ته ٻي فڪري- مادي جائداد مون هن ماتر پوميءَ مان غلاميءَ کي تڙي ڪڍڻ لاءِ گهڻي ڀاڱي خرچ ڪئي ۽ رهيل پنهنجي اولاد ۾ ورهائي ڇڏي. باقي فڪري جائداد جيڪا مخدوم بلاول ۽ شاهه حيدر کان مون کي

ورثي ۾ مليل هئي، ان کي مون نه رڳو سنڌ جي هر گهر ۽ هر ماڻهوءَ ۾ ورهايو آهي پر ان کيترا واڌارا ۽ سڌارا ڪري، مسئلن ۾ گهيريل سنڌ جي ڇوٽڪاري لاءِ استعمال ڪندو رهيو آهيان ۽ اي سنڌ جي سوا ڪروڙ قوم! منهنجي انهيءَ دولت جا وارث اوهان سڀ آهيو. ان دولت ۾ خيانت نه ڪريو، يعني سنڌ جي آزادي ۽ خوشحاليءَ کان سواءِ ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ استعمال نه ڪريو، اڄ ان فڪري دولت جي آڌار تي آئون سمجهان ٿو ته اڪيلو، يتيم ۽ محڪوم نه آهيان.

196ع جي جنگ ۾ اندين آرميءَ هٿان مارجي ويندڙ ميجر راجا عزيز ڀٽي جنهن کي پوءِ ”نشان حيدر“ ڏنو ويو. تنهن هڪ مضمون ۾ پنجاب جي راجا پورس کي پنهنجو هيرو لکيو آهي. اهڙو هيرو جيڪو پنهنجي مٽي، پنهنجي سرزمين ۽ پنهنجي ماڻهن لاءِ وڙهيو غير ملڪي حملي آورن جي خلاف. ان تي پنجابي اديب شفيع عقيل لکي ٿو ته ان وقت حملي آور ڪٽي سڪندر هو، پر ان جي بدران ڪٽي پيو ڪير به حملي آور هجي ها ۽ پورس ان جو مقابلو ڪري ها تڏهن به اهو اسان جو قومي هيرو هجي ها.

اهي سِٽون پڙهڻ کان پوءِ مون کي حيرت ٿي ته جڏهن اسان مها راجا ڏاهر کي قومي هيرو سڏيو، جيڪو پنهنجي مٽي، پنهنجي سرزمين ۽ پنهنجن ماڻهن جو مانُ بچائڻ ۽ ستين جو سيل سلامت رکڻ لاءِ وڙهندي شهيد ٿي ويو. ان لکڻ تي اسان جي خلاف سموري پاڪستان جي رياستي پروپيگنڊه ۽ مشينري حرڪت ۾ اچي ويئي، ان وقت پنجاب مان ڪوبه آواز نه اٿيو ته ڏاهر کي قومي هيرو سڏڻ ۾ سنڌي حق تي آهن چو ته اسان به پورس کي

قومي هيرو قرار ڏيئي چڪا آهيون.

ان ڪري ئي آئون چوندو آهيان ته پنجاب جو ترقي پسند ۽ پورهيت وقت جي هر موڙ تي پنهنجو تاريخي فرض ادا ڪرڻ ۾ ڳُٺو آهي، ان ڪري قومن جي آزادي ۽ ترقي پسند جدوجهد ۾ هن مجرم وارو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ هو تاريخ جي عدالت ۾ مجرم آهي.

پر وڏي ڳالھ ته هڪ بت پرست کي عزيز ڀٽي جيڪڏهن مسلم پنجاب جو هيرو لکي ۽ ڪنهن جنگ ۾ اوچتو گولي لڳڻ سان مري وڃي ته ان کي نشانِ حيدر ملي. پر اسان محڪوم ۽ مظلوم ماڻهو جڏهن ڏاهر ۽ هيمونءَ کي، روپلي ۽ ڇيٽانند کي پنهنجا قومي هيرا سڏيون ته نه رڳو انڌار پونرن ۾ بند ڪيا ٿا وڃون پر اسان جا اهي ڪتاب ۽ مضمون پورس جا پوئلڳ ساڙيو ۽ ڦاڙيو ڇڏين. قانون ۽ اخلاق جو ٻٽو معيار ئي ثابت ڪندو آهي ته جيڪا شئي حاڪمن لاءِ جائز نه بلڪ فخر لائق هوندي آهي، سا محڪومن لاءِ ناجائز، سزا لائق هوندي آهي. اتان ئي اهو پڻ ثابت ٿيندو آهي ته هڪ قوم حاڪم آهي ۽ ٻي محڪوم. جيڪڏهن ڪنهن آمريڪيءَ وٽ ريوالور آهي ته ڪو هرج ناهي پر جيڪڏهن اهوئي ساڳيو ريوالور

ڪنهن ويٽناميءَ جي هٿ ۾ ڏسو ته ان کي گولي هڻي ڪڍو. اهوئي سامراجيت جو دستور سموري دنيا ۾ هالو چالو آهي جيڪو هتي اسان سان پڻ لاڳو آهي.

آئون پنهنجي دوست سان گڏ گاڏيءَ ۾ نيشنل هاءِ وي تان وڃي رهيو هوس. اسان جي ڪار جڏهن نوشهرو فيروز ٽپي سکر ڏانهن وڌي رهي هئي ته مون ڏٺو روڊ جي ٻنهي طرفن کان نِنڍڙا سنڌي ٻار مٿي تي زيتونن، سنگترن ۽ ڏاڙهن جا ٽوڪرا، ماڪيءَ جا شيشا ۽ هٿن ۾ چنبيليءَ جا هار کنيو بيٺا آهن ۽ هر ايندڙ ويندڙ کي نماڻين نگاهن سان آڇي رهيا آهن- اسان جي اڳيان ويندڙ ڪار بيٺي، ان جو شيشو کُليو، ان مان هڪ ڦڦڙ جهڙو ڳاڙهو هٿ سونين چوڙين سان جهنجهيل ٻاهر نڪتو، جنهن ڦل، ڦول ۽ ماڪيءَ جو شيشو ورتو ته اسان به ان ڪار جي پرسان گاڏي بيهاري، ڪار جي ڊرائيور کان پڇيو ته اوهان ڪير آهيو ۽ ڪيڏانهن ويندؤ؟ هن جواب ڏنو: اسان پنجابي آهيون ۽ لاهور ويندا سين. هنن جي ڪار رواني ٿي ته مون پنهنجي دوست کي چيو ته ڏس هي ڳاڙهي ڦڦڙ جهڙي پنجاڻ جڏهن پنهنجي ڳوٺ وڃي رهي آهي، ان وقت اسان سنڌي هن جو جهول، ڦلن، ڦولن سان ڀري ۽ هن جو وات ماڪيءَ سان مِٺو ڪري موڪلي رهيا آهيون. پر هيءَ موٽ ۾ جنهن ٻار کي جنم ڏيندي، تنهن جي هٿ ۾ گولي هوندي جيڪا انهن ٻارن کي لڳندي جيڪي اڄ

انھيءَ مائيءَ کي زندگي ۽ صحت جون سوکڙيون ڏيئي پنجاب موڪلي رهيا آهن ۽ ان جي پاڻيجي يا پائيٺي جي هٿ ۾ کوڙو هوندو جيڪو انهن ڦل وکٽندڙ ٻارن جي حَقن لاءِ وڙهندڙن کي لڳندو.

هڪڙي نقاد لکيو آهي ته،

”اها دانهن جيڪا نئون چاول ٻار پنهنجي ماءُ جي جسم کان جدا ٿيڻ ويلي پنهنجو ناڙو ڪٽجڻ مهل ڪندو آهي. ان دانهن کي ادب صرف فلسطيني اديب ٻڌائي سگهيو آهي ۽ اها دانهن آهي فلسطيني ماڻهن جو پنهنجي مادر وطن مان تڙجي نڪرڻ وقت ذهني ۽ دلي ڪرب ۽ فلسطيني اديب انهي ڪرب ۽ پيڙا کي ادب ٻڌايو آهي. اهڙو ادب ڪنهن به ٻي جاءِ تي تخليق ئي نه پيو ٿئي.“

اهو صحيح آهي ته اڄ جو فلسطيني ادب جاندار آهي. پر ٻار جي ناڙي ڪٽجڻ وقت نڪتل دانهن کي رڳو فلسطيني اديب، ادب نه ٻڌايو آهي. ڪاش! اهو نقاد ڪيرت ٻاٻاڻي، موهن ڪلپنا، اتم، سندري، پوپٽي ۽ ڪَلا کي پڙهي ها ۽ وينا شرنگي جي آواز جي لهرن کي محسوس ڪري ها ته کيس خبر پوي ها ته ماءُ کان وڇڙجي جُدا ٿيڻ وقت نڪتل دانهن ۽ پيڙا کي ٻين به ادب ٻڌايو آهي. ٻيا به پنهنجي ڌرتيءَ تان زوريءَ ڌِڪيا ويا آهن. ٻين کي به سرنهن جي ساڳ ۽ ڦلن جي سُرهاڻ کان پري ڪيو ويو

آهي. ڪي ٻيا به آهن جن ڪي مٿيءَ ۾ پوريل مَٽن جي ٿڌي لسيءَ کان محروم ڪيو ويو آهي. تن به انهيءَ دانهن کي جاندار ادب بڻايو آهي.

ڇام نظام الدين سمون، جنهن کي بلوچي شاعريءَ ۾ ڇام نندو سڏيو ويو ۽ ان ئي شاعريءَ جي حوالي سان اسان سنڌي پيار ۽ ڪوڏ مان ڇام نندو سڏيندا آهيون. تنهن سنڌ تي چاليهن ورهين کان وڌيڪ حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي پيڻ هڪ فقير سان پرڻائي ڇڏي. جنهن جي ذات جي به خبر پئجي نه سگهي آهي.

ٻئي طرف اورنگزيب عالمگير به لڳ ڀڳ ايترو ئي وقت هندوستان تي حڪومت ڪئي. جنهن جي ڌيءُ زيب النساءِ ننڍي ڪنڌ جي سٺن فارسي شاعرن مان هڪ هئي سا جڏهن جوانيءَ سرحد تي پهتي ته بادشاهه اورنگزيب ان کي نظربند ڪري ڇڏيو ۽ ڪنهن سان به ڪيس ڳالهائڻ جي اجازت نه هئي. انهن بيجاءُ وحشيانه پابندين ڇوڪريءَ کي ايترو ته بيزار ڪري ڇڏيو جو هوءَ باددشاهه پيءُ کان نفرت ڪرڻ ۽ ڪيس چريو سمجهڻ لڳي، سندس خيال هو ته بادشاهه سونهن، موسيقي ۽ محبت جو دشمن آهي جو ڪيس ڪوبه خوبصورت آواز نه وڻندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هڪ پيري بلبل جي ڇهڪڻ تي زيب النساءِ بيزار ٿي چيو يا ڊپ مان آلاپيو

ته،

اي عندليب نادان دم در گلو فروبند

نازڪ مزاج شامان تاب سخن نه دارند

يعني: اي بيوقوف بلبل بند ڪر ڳائڻ، جو بيوقوف بادشاهه ڪي ڪابه چڱي ڳالھ ٻڌڻ جي صلاحيت ئي نه آهي.

**اي سِنڌو!** تو وقت وانگر آهين. جيئن وقت هر وقت اڳتي ۽ آئنده ڏانهن پنهنجن چنبن ۾ فنا ۽ بقا جا بيشمار لمحا کنيو شهباز وانگر اُڏامندو ٿو وڃي. هن جي مقدر ۾ هڪ وِک جيترو به بيهڻ نه آهي. وقت جي انهيءَ اڏام ۾ تخليق ۽ تعمير جا بيشمار موتي آهن، جي هن ڪائنات جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ ڪرندا ٿا رهن. تون به ايئين آهين. تنهنجي هر لهر ۾ هن ڌرتيءَ جي انسان لاءِ هڪ نئون جياپو، نئين سگھه، نئين تخليق، نوان ساز ۽ سُر آهن. هزارين ورهيه گذري ويا آهن، ڌرتيءَ جي گولي تي نه معلوم ڪيتريون اٿلون ٿيون آهن، طوفانن ۽ زلزلن، اُپ کي ڇُهندڙ عمارتن کي، بادشاهن جي تختن واٽين جي ڇپر ڪٽڻ کي فنا جي غار ۾ ڌڪي ڇڏيو. پر تنهنجي لهرن، انهن جي موسيقي ۽ سونهن کي ڪوبه لوڏو نه آيو آهي، ۽ تون هن ڌرتي ۽ ان تي رهندڙ قوم کي، ان جي کيتن ۽ ٻنين کي، ان جي ميدانن ۽ ٻيلن کي، انهن جي ساوڪ ۽ سُرهاڻ کي امرت بخشيندو رهيو آهين. مون کي يقين آهي ته جيئن وقت کي فنا نه آهي، جيئن تنهنجي لهرن ۽ انهن جي سنگيت کي فنا نه آهي ۽ تنهنجي هن ڌرتيءَ ۽ ان تي رهندڙ قوم کي به

فنا نه آهي ۽ تنهنجي هر ايندڙ لهر اسان کي ٻڌائي ٿي ته هر وقت نِستي ۽ نِٻل قوم کي نئين زندگي ۽ نئين اُمنگ ملندي رهندي. مون کي قسم آهي دنيا جي دل جي گهراين ۾ لهندڙ آواز جو ته اسان تنهنجي لهرن سان گڏ، اهي جيڪي جياپي جا نياپا آڻين ٿيون تن جي حفاظت ڪنداسين.

گاڏي تيزيءَ سان ڊوڙندي پئي ويئي. سنڌ جا ساوا کيت ۽ ٻنيون منهنجي نگاهن جي وسيلي دل ۾ محبوب جي مُرڪ وانگر لهندا پئي پيا. سامهون هڪ ڳوٺ آيو. نج سنڌي ڳوٺ جو نمونو، مٽيءَ جا ڪچا گهر، چوڏاري وڻراهه، ڳوٺ کان ٻاهران ڦِڪل انب وانگر جوڀن سان ڀرپور عورتون واٽر تان پاڻي ڀري رهيون هيون. ڳوٺ جو اهو نظارو ڏسي منهنجي دوست چيو، ”ڏس ڪيڏو نه من مهڻو آهي سنڌي ڳوٺ جو نظارو.“ مون ڳوٺ ڏانهه ڏٺو ته ڳوٺ ۾ موجود اڪيلي پڪي جاءِ تي پيپلز پارٽيءَ جو جهنڊو جهولي رهيو هو. ان وقت مون کان رڙ نڪري ويئي ۽ مون دوست کي چيو، ”ڏاهر جي لاش جي سيني ۾ ابن قاسم جو خنجر ٽنبيو پيو آهي يا دودي سومري جي دل ۾ خلجي جي تلوار ٽُنبي پيئي آهي.

ممڪن آهي سياسي سفر ۾ اسان جي عقل دوڪو کاڌو هجي، هي به ٿي سگهي ٿو ته اسان جي سياسي بصيرت ٺوڪر کاڌي هجي، اهو به امڪان آهي ته اسان سياسي مسئلي جي گهرائيءَ تائين پهچي نه سگهيا هجون.

پر اي! سکر جا شهر، اي ڪرڙيءَ جي شهيدن جا مقدس لاشئو، اي ڦاسيءَ جي ڦياس تي هيمون ڪالاڻيءَ جي آخري مُرڪ، اي بکر جي اونداهي کوهه ۾، ارغونن هٿان ڪرندڙ ذاريجن جي حبالوطني ۽ اياز جي لازوال شاعري! اوهان سڀ سهاڳ رات جي گيت وانگر آواز ٿي ساکي رهجو ته اسان جي نيت ۾ ماڪ ڦڙن جي معصوميت ۽ اسان جي عمل ۾ ڪنواريءَ جي ٿڻن جو تقدس هميشہ رهيو آهي. اسان ڪڏهن به مٽيئي تي موهجي نه ويا آهيون، اسان ڪڏهن به طلب جي تنوار نه ڪئي آهي، اسان ڪڏهن به استقبالي جلوسن خاطر سنڌ نه وساري آهي.

(سکر بار ايسوسيئيشن کي خطاب تان ڪنيل ٽڪرو)

